# سڌارٿ

( ناول )

*(SIDHARTHA)*


مصنف: هرمن هيس

( HERMAN HESSE )

سنڌيڪار: فضل احمد ٻچاڻي





نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ

1982ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ايڪٽيھون ڪتاب

ڇپائيندڙ : نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ.

ڇپيندڙ : پرفيڪٽ پرنٽنگ پريس، ٣٧٣
صدر، حيدرآباد سنڌ.

پهريون ايڊيشن : جولائي 1982ع

قيمت : 00-10 رپيا



SIDHARTHA (Novel) BY: HERMAN HESSE
Translated in Sindhi by Fazal Ahmed Bachani
Published by New Fields Publications, Tando
Wali Mohammed. Hyderabad Sind. Pakistan.
First Edition July 1982.

# مترجم جي طرفان

سڄي انسان ذات هميشه کان بي حد دکي، حيران ۽ پريشان ۽ امن ۽ سڪون جي تلاش ۾ سرگردان رهي آهي. روحاني خوشيءَ جي هڪ هڪ پل لاءِ ٻڪندي رهي آهي، ڪڏهن وري ڪائنات، خدا ۽ بندي جا اسرار پروڙڻ خاطر جاکوڙون ڪندي رهي آهي. زندگي جا ڀيد معلوم ڪرڻ لاءِ ڏونگر ڏوريندي رهي آهي. پوءِ جن کي جيڪي ادراک ملي سگهيو آهي سو وس آهر ٻين تائين پهچائي پاڻ وري نيتي جي عميق ۾ هليا ويا آهن. هن ڪتاب جي سورمي کي به ڪائنات جي ڪتاب مان جيڪي ڪجهه پراپت ٿيو آهي سو ٻين تائين پهچائڻ لاءِ ليکڪ هي ڪتاب ورهي لکيو آهي.

هڪ فقير صفت صوفي طبيعت برهمڻ زادو، جنهن جو اندر ڪائنات ۽ تخليق جي اسرارن تان پردو کڻڻ لاءِ سدائين کان سڪندڙ آهي، سو پنهنجي ”سچ“ پسڻ لاءِ آتي ۽ اچايل دل کڻي، حيات ۽ سنسار جي مختلف دورن مان گذري، مختلف واٽون وٺي، مختلف آزمودا پرائي نيٺ ڪهڙي نتيجي تي ٿو پهچي. سو آهي هن ناول جو بنياد ۽ موضوع. زندگي ڇا آهي، سنسار ڇا آهي، ٻنهي جي لاڳاپي جي نوعيت ڇا آهي، سڄي روحاني خوشيءَ جو راز ڪهڙو آهي، اها شانتي مذهب ۾ آهي يا مذهب کان ٻاهر؟ دنياداري،

عيش عشرت، ڪمن ڪارين يا لهو و لعب ۾ آهي يا مورڳو دنيا کي تياڳڻ ۾؟ ويراڳ وٺي وڃي جهنگ جهر جهاڳڻ ۾ آهي يا دنيا جي مڙني شين سان تعلق رکڻ ۽ سهڪار ڪرڻ ۾؟ مذهبي ريتن رسمن کي پوريءَ طرح ورتائڻ ۾ آهي يا مورڳو مذهب ئي سڄي رنج ۽ غم جو باعث آهي؟ بندي جي اندر ۾ ڇا آهي، سنسار جي شين ۾ ظاهر ڇا آهي ۽ لڪل ڇا؟ سچو سڪون، شانتي، نرواڻ، ڇوٽڪارو جيڪر ڪهڙي ريت ملي؟ — اهڙن ڪيترن سوالن جو جواب هن ناول مان ملندو.

هي ناول مشهور جرمن ليکڪ HERMAN HESSE جي بيحد مقبول ناول انگريزي SIDHARTHA جو مڪمل ترجمو آهي. جنهن جا فقط 1976ع تائين ٻاويهه ايڊيشن ڇپجي چڪا آهن، دنيا جي ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿيو آهي، ان تي فلمون ٺهي چڪيون آهن ۽ ليکڪ کي نوبيل انعام به ملي چڪو آهي. فقط هڪڙي سال 1973ع ۾ هن ناول جون ست ايڊيشن وڏي تعداد ۾ نڪتيون. واضح رهي ته يورپ ۽ آمريڪا ۾ روحانيت جو ادب گهڻو ليکيو ۽ پڙهيو وڃي ٿو.

هن ڪتاب جي ترجمي وقت به ترجمي جا حق ادا ڪرڻ جي پوري ديانتداريءَ سان ڪوشش ڪئي اٿم. ترجمو مڪمل آهي البت ڪي ٽڪرا جي بنهه غير ضروري ورجاءُ ۽ اجايو اناءُ هئا سي ڇڏي ڏنا اٿم پر اهڙي طرح جو ڪهاڻي ۽ ان جي تسلسل تي ذرو به اثر نه پوي.

هڪ ڳالهه واضح ڪرڻ ضروري آهي ته ترجمو ڪيل

مسودي ۾ گهڻي نٿي هندي اکر جي استعمال ٿيا آهن سو ان
ڪري جو اصل مسودي ۾ به ڪي اهڙا اکر استعمال ڪيا
ويا آهن ۽ پيو ته اهڙن اکرن جي استعمال کان سواءِ بيان
۾ اها سوڀيا نٿي رهي جا هن ناول جو اصل روح آهي

آءٌ محترم نظام الدين راشدي جو ٿورائتو آهيان جنهن
هن ڪتاب جو مسودو مون کي فيئر ڪري ڏنو.

پوري اميد اٿم ته منهنجي محنت جو قدر ٿيندو.

فضل احمد بچاڻي
١- جولاءِ ١٩٨٢ع

# پنهنجي طرفان

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ايڪٽيهون ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن ڪتاب جو شمار ڪلاسيڪل ادب جي مشهور ڪتابن ۾ ٿئي ٿو. جنهن جو اندازو اوهان کي ڪتاب پڙهڻ کان پوء خود ٿيندو.

اسان اڳ به واضح ڪري چڪا آهيون ته اسين نون ڪتابن سان گڏوگڏ اهڙا پراڻا، ناياب ۽ دلچسپ ڪتاب به شايع ڪندا رهنداسون، جن جي گهڻي عرصي کان ضرورت محسوس ڪئي پئي وڃي. (ان سلسلي ۾ اسين ڪجهه ڪامياب ٿيا آهيون.) هاڻ اسين نه صرف اديب دوستن کي پر عام پڙهندڙن کي به گذارش ڪريون ٿا ته جيڪڏهن سندن نظر ۾ واقعي ڪي اهڙا ڪتاب هجن ته اسان سان تعاون ڪن.

اسان جي گذريل ڇهن مهينن کان اها ڪوشش رهندي اچي ته هر مهيني هڪ ڪتاب شايع ٿيندو رهي. ان ڪوشش ۾ اسين هن وقت تائين الله جي فضل ۽ پڙهندڙن جي سات ۽ اديب دوستن جي تعاون ڪري ڪامياب ٿيندا اچون. انشاالله اڳتي به اسين ضرور ڪامياب ٿينداسين.

— ادارو

# حصو پهريون

سڌارٿ، هڪ برهمڻ جو پٽ هو. سهڻو سلڇڻو، ننڍپڻ پنهنجي دوست گووند سان نديءَ جي ڪناري ڪاٺ جي ڪوليءَ ۾، پيڙين ۽ ٻوٽن جي تختن تي پيلي جي ڇنن ۾، انجيرن جي ڇانوَ ۾ ۽ نديءَ جي ڪناري تي جرڪندڙ آس ۾، راند روند ڪندي گذاريائين. نديءَ ۾ پوتر اشنان ڪندي آس ۾ هن جا پورا لڱ ڀڪڻ لڳندا هئا. انهن جي وڻن جي جهنڊ ۾ رانديون ڪندي هن جي اکين جي ڪارائڻ وڌي ويندي هئي. هن جو برهمڻ پيءُ وديارٿين کي ويٺو سکيا ڏيندو هو، ته هن جي ماءُ ڪجهه نه ڪجهه ڳائيندي رهندي هئي.

سڌارٿ ٻڌ عالمن جي گفتگو ۾ گهڻو ڀرو وٺي چڪو هو. گووند سان بحث مباحثا ڪري چڪو هو، ۽ هن سان گڏجي ڌيان گيان جي مشق ڪري چڪو هو. ساهه کڻندي ڌيري سان ”هري اوم“ جو ڪلمو اچاريندو هو ته سندس پيرونڻن تي نور جو سهاڳ پکڙجي ويندو هو. جو سندس روح جي اوچائي ۽ پاڪائي جو چٽو پاڇو هو. اندرجي اونهائيءَ ۾ جهاتي پائي، پنهنجي آتما جي اکين ۾ اکيون کپائڻ جو هنر هن سکي ورتو هو. آتما... جا ڪڏهن مرندي ناهي ۽ جا سڄي سرشٽي ۾ هڪ ئي هڪ آهي.

هن جو برهمڻ پيءُ اهو ڏسي پيو گد گد ٿيندو هو ته،

سڌارت ذهين آهي، علم حاصل ڪرڻ جو اتساه آٿس ۽ برهمڻن ۾ وڏي منزل جو مالڪ ٿيندو ٿو وڃي، ۽ ماءُ پنهنجي صحتمند ۽ سهڻي هاڻي واري پٽ کي شان ۽ شڪوه سان اٿندو ويهندو ڏسي، فخر سان پئي ڀهڪي، ٿيندي هئي. هوو ستيءَ جي گهٽين گلين ۾ هلندو هو ته برهمڻ نينگرين جي دلين ۾ عشق اچلون ڏيڻ لڳندو هو، هاڻي ڊولائتي، پيشاني بلند، ۽ اکيون شاهاڻيو جي هئس.

گووند کي ته هن سان ئي عشق هو. هن جي هر ڳالهه ۽ هر شئي سان عشق هو. توڙي هنجي اتساهه وارن خيالات سان هن جي فهم سان، هن جي اڏول ارادن سان ۽ هن جي بلند خيالي سان عشق هو. هن جي دل شاهدي ٿي ڏني ته هڪ ڏينهن سڌارت، برهمڻ ۾ ڪو رواجي پروهت نه پر هنن جو سرتاج ٿيندو.

گووند کي هن جو چاڪر، هن جو هردم جو ساٿي هن جو خدمتگار ۽ هر حال ۾ هن جو شريڪ بڻجڻ جي آرزو هئي، پانيائين ته هن سان ائين وامل ٿي وڃي، جيئن ڪو ڪنهن جو پاڇو هوندو آهي.

سڌارت هرڪنهن جي اک جو تارو هو. پر سڌارت پاڻ خوش نه هو، انجيرن جي باغن ۾، گلن جي پيچرن تي گهمندي، وڻن جي جهڳٽن ۾ ويهي ڌيان ويچار ڪندي، ۽ روزانو پوتراشنان ڪندي پوري اهتمام سان پليدان جون رسمون ادا ڪندي، هرڪنهن جي سرهائي جو مرڪز هوندي به هو پاڻ اندر ۾ خوش نه هو.

نديءَ جي وهڪري، ٽمڪندڙ تارن مان، سج جي

سپاويڪ ڪرڻ مان طرح طرح جا خواب ۽ خيال هن جي
ذهن ۾ لهي ايندا هئا. طرح طرح جا انومان هن جو پيڇو
ڪندا هئا، ويچار ۽ وسواس هن کي ستائيندا هئا. بيقراري
هن کي ستائيندي هئي. پليدان ڪيل ڇهن جي دونهين مان،
رگ ويد جي شبدن مان ۽ برهمڻن جي اپديشن مان هن کي
اهي ئي خواب ۽ خيال جرڙندا محسوس ٿيندا هئا. هن کي
محسوس ٿيڻ لڳو ته ماءُ ۽ پيءُ جي محبت توڙي گووند
جو قرب به ته هن کي سدائين لاءِ خوش نه رکي سگهندو،
نه شانتي ڏئي سگهندو نه ئي اهو ڪافي آهي. هن کي اهو
شڪ ٿيڻ لڳو ته سندس پيءُ توڙي ٻين سياڻن هن جي تانگهيندڙ
روح جي مرتبان ۾ سندن عقل ۽ علم جو سڄو نچوڙ نائي
ته ڇڏيو آهي، پر اهو مرتبان اڃا تار نه ٿيو آهي. وهنجي
پاڪ ٿيڻ سٺي ڳالهه پر پاڻيءَ سان پاپ جا داغ ته نه ڌوپي
سگهندا. نه ان سان ڏکي دل کي ڪو دلاسو ملندو! ديوتائن
کي پاڏائڻ ۽ قربانيون ڏيڻ به چڱو ڪم پر اهو سڀڪجهه
ڪافي ته نه آهي! ان ڪم مان ڪا خوشي ملي ٿي ڇا؟
۽ ديوتائن جو ڪهڙو اعتبار؟ ڇا و قعي سڀ سنسار
انهيءَ هستيءَ خلقيو آهي، ۽ هي ديوتا به متان اسان وانگر
ته نه خلقيا ويا آهن. فاني ۽ بي بقا! ته پوءِ اها ڪهڙي عقل
۽ انصاف جي ڳالهه آهي جو انهن کي قربانيون پيش ڪجن؟
ته پوءِ ڪنهن کي پيش ڪجن؟ ڪنهن جي اڳيان سر
جهڪائجي؟ انهيءَ واحد خدا جي اڳيان! اهو ايشور ڪٿي
ڳولجي؟ ڪٿي ٿو رهي؟ جي انسان جي اندر ۾ نٿو رهي

ته پوءِ ڪٿي پيو وسي؟ اها ذات انسان جي اندر جي گهرائي ۾ ناهي ته پوءِ ڪٿي آهي؟

برهمڻ ته اهو سيڪاريو آهي ته "هو" نه ڪو هڏ آهي نه ڪو ماس نه ڪو خيال آهي نه ڪو احساس، ته پوءِ ڇا آهي؟ هن کي ڳولهي لهڻ جو ڪو بيو طريقو آهي ڇا؟ اها وات ته ڪير به نٿو سيڪاري، عالم ۽ پوڄاري سڀڪجهه، ته ڇاڻي ويا آهن. دنيا جي تخليق گفتار جو اصل، ڪائڻ پيئڻ، ساه روڪڻ، حواسن جي جوڙ توڙ، ديوتائن جا ڪم، پر اها اصل حقيقت جي شايد اڃا ڇاڻي نه سگهيا آهن! سڀني پاڪ ڪتابن ۾، اپانيشد ۾ توڙي سام ويد ۾ اهو ذڪر ته آهي. انهن ڪتابن ۾، جي برهمڻ جي پيڙهين پويان پيڙهين سنڀالي رکيا آهن. خدا جي سچي معلومات ته آهي پر هنجو "ذڪر ڌر" ڪٿي به ڪونهي. هو چون ٿا ته هي سڄو سنسار اسان جي آتما آهي. ماڻهو جڏهن ننڊ ڪندو پئي ته انهيءَ روح ۾ پيهي وڃي ٿو، پر اهڙو ڪو انسان آهي جيڪو ان روح ۾ پيهي وڃڻ کان پوءِ واپس اچي انهن احساسات ۽ معلومات جو اظهار به ڪري سگهي، جي هن کي روح ۾ ديرو ڪرڻ جي نتيجي مليا؟ هي سڀ ٻاوا توڙي منهنجو پيءُ لڳي ٿو ته اڃا پنڌ جا پانڌيئڙا آهن، ڳولائو آهن، اڃيا آهن. جيڪو پنهنجي اندر پيڙو نه ٿيو سو پئڪنڊڙ آهي ۽ پڻڪڻ جي اها پُل ڪندو ئي رهندو.

سڌارت کي اهي خيال ستائيندا رهيا، هن جي پياس وڌندي رهي. هن جو ارمان وڌندو رهيو.

هڪ ڏينهن هو گووندي کي ساڻ ڪري، ڌيان گيان خاطر، بڙ جي وڻ هيٺان وڃي ويٺو هو. سوڪوتا جو پاٺ ڪرڻ لڳو: ”اوم ڪمان آهي ۽ روح ان جو تير، برهما ان تير جو نشانو آهي. جنهن تي بي ڌڙڪ تير چٽبا رهنتا!“

عبادت جو وقت پورو ٿيو ته گووند، سڌارت کي سڏڻ لڳو، مگر کيس ڪوبه جواب نه مليو. سڌارت ته خاموش پولار ۾ ڪجهه چتائي ڏسڻ جي انداز ۾، اونهي فڪر ۾ غرق هو. ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو ڄڻ ساه ئي نه پيو کڻي.

هڪ ڀيري سڌارت، ڪن واڻهڙو ويراڳين کي ڏٺو هو، سنهڙا سيپڪ جهور جهور ٿيل، ويراڳي جن جي عمرين جي ئي خبر نٿي پئي ته جوان آهن يا ٻڍا. لڱ ڦٽيل ۽ مٽي ۽ هاڻا، ڏري گهٽ سڃا اگهاڙا اُس سان لهسيل بدن، عجب جهڙا، ويڳاڻا ۽ ڄڻ پاڻ پنهنجا ويري، نفس ماريل، عبادتن جي جاکوڙ سبب پڳل ٽٽل ۽ بي رحمي سان پنهنجو پاڻ فراموش ڪيل، ويراڳي ـــ ڄڻ انسانن جي وستيءَ ۾ گدڙ ڪاهي آيا آهن.

تڏهن سڌارت پنهنجي دوست گووند کي ٻڌايو ته ”آءٌ ويراڳي ٿيندس. ويراڳين سان وڃي ملندس.“ ۽ گووند هن جو اڏول ارادو ڏسي سوچڻ لڳو:

هاڻي سڌارت هڪ پنهنجي الڳ واٽ وٺڻ وارو آهي، هاڻي مقدر جا پيڊ هن جي اڳيان کلندا ويندا ۽ مقدر سان گڏ خود سندس پيڊ به........هن پڇيو، ”تنهنجو پيءُ توکي جوڳ پرائڻ جي اجازت به ڏيندو؟“ ”بحث تڪرار جي

ڪا گنجائش نــاهي گوونــد ـــ! صبح ٿيندي ئي آءٌ جوڳيءَ
جي روپ ۾ جيون جي شروعات ڪندس. وري ان بــابت
سوال جواب نہ ڪجانءِ!"

رات جو پيءُ کي اڪيلو ڏسي، سڌارت جڏهن هن کان
جوڳي بنجڻ جي اجازت گهري تہ، پوڙهي برهمڻ کي پهرئين تہ
ماٺ لڳي وئي، ڪيترو وقت ٻئي چپ رهيا. برهمڻ تڏي
تي ويٺل ۽ سڌارت ٻانهون ٻڌي سندس پــر ۾ بيٺل. نيٺ
برهمڻ ڳالهايو.

"برهمڻ تڪو نہ ڳالهائيندا آهن، پر تنهنجي ڳالهہ ٻڌي
منهنجي من ۾ ڪروڌ پرجي ويــو آهي، اڳتي اهڙي ڳالهہ
نہ ڪجانءِ."

"برهمڻ اٿي کڙو ٿيو. سڌارت کي خاموش بيٺو ڏسي
پڇيائين. "هاڻي ڇاجي لاءِ بيٺو آهين؟"

"اوهين ٻاڻ چاڙهو تا."

برهمڻ چپ چاپ ۾ انهيءَ ڪوٺيءَ مان نڪري وڃي
پنهنجي بستري تي ستو. هڪ ڪلاڪ گذري ويو پر هن
کي ننڊ نہ آئي. نيٺ هو اٿــي پسار ڪرڻ لڳو. پنهنجي
ڪوٺيءَ جي دريءَ مان ٻاهر نهاريائين تہ سڌارت کي ڏٺائين
جو ٻت بڻيو هڪ هنڌ ٻانهون ٻڌيو بيٺو هو.

برهمڻ وري اچــي بستري تي ستو پر ننڊ وري بہ نہ
آيس ۽ وري اٿيو. ساڳيءَ طرح دريءَ مان سڌارت کي چنڊ
جي چانڊوڪيءَ ۾ هڪ هنڌ ٻت بڻيو بيٺو ڏٺائين. هن وري
دل ۾ درد محسوس ڪيو، وري سمهڻ جي ناڪام ڪوشش

ڪيائين، وري سڏارت تي نظر ڪيائين، هاڻي هن جي دل
ڪاوڙ سان، خوف سان ۽ درد سان ڀرجي وئي. رات جو
باقي ٻوڏون پهر وڃي بچيو هو جو هو سڏارت وٽ هلي آيو.

”سڏارت، ڇالاءِ بيٺو آهين؟“

”اوهين ڄاڻو ٿا.“

”صبح تائين ائين بيٺو رهندين ڇا؟“

”آءٌ ترسندس ۽ صبر ڪندس.“

”ٿڪجي پوندين.“

”ڀلي ٿڪجي پوان.“

”توتي ننڊ غالب پئجي ويندي.“

”آءٌ ننڊ کان مغلوب نه ٿيندس.“

”تون مري ويندين.“

”ڀلي مري وڃان.“

”پنهنجي پيءُ جو چيو مڃڻ کان مرڻ بهتر ٿو سمجهين؟“

”مون هميشه پيءُ جو چيو مڃيو آهي!“

”ته پنهنجي همت تان لهي ويندين؟“

”جيڪي پيءُ چوندو سو ڪندس.“

سج اڀرڻ لڳو هو ۽ صبح جي سهائيءَ ۾ برهمڻ ڏٺو ته
سڏارت جون ٽنگون ته برابر ٿڙڪن ٿيون، پر منهن تي ڪابه
لرزش نه هئس. اڏول ارادي ۾ ڪو فرق نه آيو هئس. تڏهن
هن کي پڪ ٿي وئي ته سڏارت سانس وڌيڪ نه رهي سگهندو
بلڪ ڪانئس جدا ٿي ئي چڪو آهي.

”تڏهن تون ويراڳ وٺندين.“ برهمڻ چيو.

”چڱو، پر اهو ٻڌي ڇڏ، تہ ويراڳ ۾ ان توکي آنند ملي تہ موتي اچي اسان کي ان جو ڀيد ٻاءُ ٻڌائجان، ۽ جي سچ پرائي سڄاڳي ماڻين، تہ بہ موتي اچجان تہ گڏجي ديوتائن کي قربانيون پيش ڪريون. هاڻي وڃي ماءُ کان موڪلاءِ ۽ هن کان آشيرواد وٺي وڃ.“

سڌارت هلڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ٿاٻڙجڻ لڳو، انهيءَ حالت ۾ هو ماءُ کان آشيرواد وٺي وستيءَ کان ٻاهر نڪري آيو. گووند ساڻس گڏ هلڻ لاءِ سندس انتظار ۾ اڳ وٺيو ويٺو هو. هو ٻئي گڏجي اتي هليا.

## ٢

شام تائين هنن وڃي جوڳين کي هٿ ڪيو، هنن کي پنهنجي سٿ ۾ شامل ڪرڻ جي درخواست ڪيائون، ۽ جوڳي ٻنهي کي ساڻ وٺي وڃڻ تي راضي ٿي ويا. سڌارت پنهنجا ڪپڙا هڪ ٻئي برهمڻ کي ڏئي ڇڏيا، جو کيس رستي ۾ مليو، ۽ پاڻ هڪ لنگوٽي ۽ اڻ سبيل ڪفني اوڍڻ لڳو، جا مٽيءَ رنگ جي هئي. سڄي ڏينهن ۾ فقط هڪ ويلو کائيندو هو. ۽ ڪڏهن پاڻ کاڌو تيار نہ ڪيائين. تنهن بعد هو ورت رکڻ لڳو. پهرئين چوڏهن ڏينهن پوءِ اٺاويهہ ڏينهن تائين کاڌي پيتي کان پري رهيو. تان جو بدن جو ماس لهي ويس، ۽ ڏاڙهي وڌي ويس. عورتن کي ڏسي هو نظر جهڪائي ڇڏيندو هو، ۽ وڏن شهرن ۾ ٽيپ ٽاپ وارن

ماڻهن کي ڏسي نفرت سان منهن ڦيري ڇڏيندو هو! رهتي
هٿي ڀٽڪندي هو طرح طرح جي ماڻهن کي ڪم ۾ مشغول
ڏسندو هو. سڀڪو دنياداريءَ جي ڪم ۾ رڌل هوندو هو،
پر سڌارٿ انهن ماڻهن، انهن شين توڙي انهن ڪمن ڪارين
کي ڪڏهن خاطر ۾ نه آندو. اهي سڀ ڳالهيون هن کي
نسورو ڪوڙ جو ناهه ۽ سراسر حواسن جو سراب ڏسڻ ۾
اينديون هيون. سڀ اجايون، عارضي، فاني ۽ بي معنيٰ، دنيا
جو سواد ڪوڙو ۽ زندگي سچو ئي سور —!

سڌارٿ جي فقط هڪڙي آرزو هئي، پنهنجو پاڻ کي
خالي ڪرڻ، اُڃ ۽ اساٽ کان، خواهشن کان، خوابن
کان، خوشي کان توڙي غم کان پنهنجي من نفس کي صفا
آجو ڪري ان کي ماري ڇڏڻ جي آرزو، تان جو خوديءَ
جو ڪو وجود نه رهي. ته جيئن اندر انهن شين کان خالي
ٿي پوري شانتي ماڻي ۽ ذهن ۾ فقط پاڪيزه خيالات جاهه
والاري سگهن. اها هئي هن جي آرزو، ۽ هن جي منزل ته
جڏهن نفس مري ويندو، مايا جو موهه باقي نه رهندو ته اهو
اندريون آتما اٿي سجاڳ ٿيندو. اهوئي حياتيءَ جو وڏو ڀيد
آهي، جو لڌو آهي.

هو خاموشيءَ سان ٽڪي اس ۾ ويٺو بک ۽ سور جون
سٽون سهندو هو، تان جو بک ۽ سور هن کي ستائڻ ڇڏي
ڏنو. برسات جي ٿڌن چوهن ۾ ويهي هن پنهنجن هڏن کي
ٿڌي تتيءَ تي هيرائي ڇڏيو. جهنگ جي ڪنڊن سان پنهنجو
بت زخمي ڪري، هن ايترو رت وهايو جو نيٺ

رت وهڻ ڇڏي ڏنو، هاڻي هن کي پيڙا به محسوس نه ٿيندي هئي. هن ساهه روڪڻ جي مشق ڪري دل جي ڌڙڪڻ ۽ اڇل تي ظابطو قائم ڪيو، جوڳين جي هدايتن تي عمل ڪندي هن من کي مارڻ ۽ گيان ڌيان جي پوري مشق ڪئي. ڪڏهن هو ساهه پڪيءَ کي روح ۾ رچائي هن وانگر اڏامندو، بکون ڪائيندو مڇيون کائيندو وري انهيءَ ساهه پکيءَ کي من ۾ ئي ماري ڇڏيندو هو.

ڪڏهن هو ڪنهن مثل جانور جي مثل بت ۾ پاڻ کي سمائي، مُردن مثل تي پاڻ کي ڳجهن جي حوالي ڪري ڇڏيندو هو. ائين سڏارت جي خودي مرندي هئي، وري جيئندي هئي، وري ڳرندي سڙندي هئي، وري خاڪ ۾ ملي خاڪ ٿي ويندي هئي. اهڙي طرح هو حياتيءَ جي ڦيرن جا تجربا ماڻيندو رهيو. ڪڏهن حياتيءَ جي انهيءَ چڪر جي ٽوڙ تائين پهچي وري اتان نئون ڦيرو شروع ڪندو هو. ڪڏهن اتي وڃي پهچندو هو جتي "غرض" ختم ٿيو وڃي ۽ ابديت جي شروعات ٿئي ٿي. هن پنهنجا حواس ماري ڇڏيا، ياداشت ماري ڇڏي ۽ هزار ڀيرا ور ور ڏئي نت نوان روپ وٺي پنهنجي اندر مان نمودار ٿيندو رهيو. ڪڏهن حيوان بڻيو، ڪڏهن ڍونڍ، ڪڏهن پٿر ته ڪڏهن وڻ ۽ ڪڏهن پاڻي ۽ هر دفعي هو ڇرڪ نئين سر سجاڳ ٿيو.

ويراڳين کان هن گهڻو ڪجهه پرايو. ور ور ڏئي وار ڪري، هن پنهنجي نفس کي نابود ڪيو — پر اڃا به وري

وري پنهنجو پاڻ ڏانهن موٽي ايندو هو! ۽ زندگيءَ جي انهن
ڦيرن جا سور سهندو هو. گووند هن جو هر حال ۾ ساٿي رهيو.

هڪ دفعي هن گووند کان پڇيو:

”ڇا ٿو ڀائين گووند؟ ڪجهه اڳتي وڌيا آهيون يا نه؟“

”گهڻوئي ڪجهه پرايو اٿئون ۽ گهڻوئي ڪجهه سکي رهيا
آهيون. سڌارت يار، تو پاڻ کي ڏاڍو پچايو آهي تون نيٺ
وڏو ڌرماتما ٿيندين.“

”پر يار! ايترو ڪجهه، نه آءٌ ڪنهن مسافرخاني، ڪنهن
وڻهشيا جي اڏي ۽ جوارين جي ڪنهن ٽولي مان به پرائي
سگهان ها —! شراب جو پيالو پي به ته پنهنجو پاڻ ڀلائي
سگهجي ٿو؟“

”پر پاڻ برهمڻ آهيون، شراب نه پيئندا آهيون. تنهن
کان سواءِ نشي جي بي خودي ته عارضي هوندي آهي، شرابي
ان مان دانائي ۽ علم ته نه پرائيندو آهي.“

”پنهنجي هن هيتري جوڳ پچائڻ کان پوءِ به سمجهان
ٿو ته مون به محض هڪ شرابي جيتري ئي خود فراموشي
پرائي آهي. دانائي، ۽ ڇوٽڪارو اڃا مون کان تمام گهڻو
پري آهي.“

ٻـي ڀيري جڏهن هو گهور ڪرڻ نڪتا ته سڌارت
وري گووند کان پڇيو........

”پاڻ واقعي سنئين واٽ تي به آهيون يا نه؟ دانائي ۽
ڇوٽڪاري ڏانهن پيا قدم وڌايون يا ساڳي ئي ٻـ ٽ ۾ پيا
ڦيرا پايون؟“

”پاڻ گهٽوئي اڳتي نڪري ويا آهيون.“

”پنهنجو وڏو جوڳي سٺ سالن جو آهي ۽ اڃا ’نرواڻ‘ نہ مليو اٿس. آءٌ پانيان ٿو تہ پاڻ سڀئي رستي ۾ئي ڀٽڪندا رهنداسين، ۽ ’نرواڻ‘ ڪڏهن نہ ملندو. هي سڀڪجهہ سڪڻو دلاسو آهي.“

”اهڙيون ڳالهيون نہ ڪرسڌارت، ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ هيترا سارا پانڌيئڙا سدائين پنڌ ۾ رهن ۽ ڪا منزل نہ ملين!“

۽ سڌارت دک ۽ بيزاري کان چيو: ”دوست! آءٌ پانيان ٿو مون کي هي جوڳين واري وات بہ ڇڏڻي پوندي. هيترا ڪشٽ ڪاٽڻ کان پوءِ بہ منهنجي اڄ لهڻ بدران وڌندي وڃي. مون کي منهنجي سوالن جو جواب اڃا نہ برهمڻن ۽ جوڳين مان مليو آهي نہ ويدن جي ڪتابن مان. آءٌ اڃا اهو ئي نہ سکيو آهيان تہ ڪير ڪجهہ سکندوئي نہ آهي. آءٌ پانيان ٿو تہ سچائي ۽ دانائي هرهڪ شئي مان ملي ٿي، جهنگ جهر جهاڳڻ مان نہ. هر شيءِ ۾ روح آهي ۽ هر روح ۾ علم آهي جنهن جو سڀ کان وڏو دشمن اهوئي آهي، جو خود عالم آهي. نہ اهو جو سکندڙ آهي آءٌ ائين سوچڻ لڳو آهيان دوست.“

گووند هن کي اهڙين ڳالهين ڪرڻ کان روڪڻ لڳو. هن اپانيشد جو هڪ بيت پڙهيو:

”جيڪو بہ گيان ڌيان سان پنهنجي ذات کي آتما جي اندر غرق ڪري ڇڏي، تنهن کي اها خوشي نصيب

ٿيندي آهي جا اکرن ۾ بيان نه ڪري سگهبي آهي.“ ۽
سڌارٿ ڪيترو وقت انهن اکرن تي ويچار ڪندو رهيو.
تنهن کان پوءِ سڌارٿ هيءَ خبر ٻڌي ته ساڪيا جي
نسل مان مهاتما گوتم ٻڌ نالي هڪ وڏو ڌرماتما پيدا ٿي
چڪو آهي، جنهن زندگيءَ جي ڏکن دردن کي تابع ڪري
ورتو آهي. جنهن عمل ۽ رد عمل جي چڪريءَ کي روڪي
ڇڏيو آهي، جو وڏو عالي مرتبت گرو آهي، جو ٻستيءَ ٻستيءَ
گهمندو وعظ ڪندو رهي ٿو. ماڻهن کي اپديش ڏيندو رهي
ٿو، وٽس ڪجهه به نه آهي، نه مال نه دولت نه زال نه دنياداريءَ
جي ڪم جو ٻيو سامان. وڏا وڏا برهمڻ توڙي شهزادا اچيو
ٿا هن جا مطيع ۽ چيلا ٿين. هو گداگري ڪري پيٽ پالين
ٿا ۽ پيلي رنگ جو چوغو سندن لباس آهي.
جتي ڪٿي مهاتما گوتم ٻڌ جو چوبول هو. سڌارٿ ۽
گووند جي ڪنن تي انهيءَ مهاتما جون عجيب و غريب
ڳالهيون پهچنديون رهيون. ڪن واڪاڻ ٿي ڪئي ته ڪن
گلا. ڪن چڱو ٿي چيو ته ڪن برو. اهي چوبول ٻڌي
ڪي وڃي ٿي مهاتما جي حضور ۾ حاضر ٿيا ته ڪن وري
طرح طرح جي نڪته چيني ٿي ڪئي. عام خلق سورن جي
ستايل هئي، اندر جي سڪون جي ڳولائو هئي، تن کي
سک ۽ سڪون جو هي نياپو مليو هو سو ان ڏانهن ڇڪبا
ٿي ويا
گووند ۽ سڌارٿ به پاڻ ۾ هن نئين اميد بابت ٿوري
گفتگو ڪئي. برهمڻ جوڳي البت مهاتما گوتم بابت چڱو

خيال نہ رکندا هئا، جو هنن ٻڌو تہ هـي مهاتما بہ ڀھريائين برهمڻ هو پوءِ اهي ريتون مٽائي وڃي پنهنجي الڳ دنيا آباد ڪئي هئائين. نئين واٽ ۽ نئين منزل ورتي هئائين.

هن ڏرماتما جي باري ۾ گهڻي تانگهہ گووند جي دل ۾ پيدا ٿي ۽ هن سندس حضور ۾ حاضر ٿي هن جي اپديشن ٻڌڻ جو ارادو ظاهر ڪيو. سڌارٿ ڀھرئين هن سان بحث ۽ تڪرار ڪرڻ لڳو. هو اڳي ئي ظاهر ڪري چڪو هو تہ هو هھڙيءَ ريت جهنگ جهر جهاڳڻ کان بيزار ٿي چڪو هو. پر نيٺ هو بہ گووند سان هلڻ لاءِ تيار ٿيو تہ هلي ڏسون تہ سهي، اهو ڏرماتما ڇا ٿو سيکاري؟ هن ج و هڪڙو اهو ڪمال تہ ظاهر ٿيوئي، جو هن هنن ٻن برهمڻن کي پاڻ ڏانهن ڏتاري ورتو!

وڏو جوڳي هنن جو اهو ارادو ٻڌي ذر ٿي ويو. چيو، ائين اوهين ٻئي اسان کي ڪيئن ٽا ڇڏي وڃو؟

گووند ٽپرس ۾ پئجي ويو تہ سڌارٿ هن کي دلاسو ڏنو تہ "گهٻراءِ نہ— آئون هيئنر ئي ٿو هن پير مرد کي ڪري ڏيکاريان تہ مون ڪانئس واقعي گهڻو ڪجهہ سکيو آهي."

ائين چئي سڌارٿ يوگا وارو نمونو ڪري ٽڪ ٻڌي جو ڪجهہ وقت پوڙهي ويراڳي جي اکين ۾ نهاريو تہ هو منجهي ويو، ۽ نيٺ هنن جي سڀ ڳالهہ مڃڻ تي راضي ٿي ويو، ۽ هنن کي آشيرواد ڏئي پاڻ موڪل ڏنائين . گووند هن جي انهيءَ ڪرامت کان ڏاڍو متاثر ٿيو. چوڻ لڳو:

"يار، تون گهڻوئي ڪجهہ حاصل ڪري چڪو آهين.

جي ڪجهه وڌيڪ وقت تپسيا ڪرڻ ها تہ عجب ناهي تہ
پاڻيءَ تي هلڻ بہ سکي وڃن ها."

"مون کي پاڻيءَ تي هلڻ جو ڪو شوق ڪونهي اهي
ڪرامتون ڀلي اهي ويراڳي سکن." سڌارت جواب ڏنو.
ٻئي نوجوان برهمڻ سواٿي جي ڳوٺ ۾ پهتا تہ ڏسن تہ اتي
جي ٻار ٻڍي جي وات تي 'مهاتما گوتم' جو ذڪر آهي.
هرڪو ٻڌ ڀڪشوئن کي دان ڏيڻ ۾ خوش ٿيو ٿئي، 'مهاتما'
جو آستان انهيءَ ڳوٺ جي ڀر ۾ ئي هو، جنهنکي "جيتوان
جو بن" چوندا هئا. اهو باغ 'مهاتما' جي هڪ شاهوڪار
ڀڳت 'اننا پنڊڪ' کيس ڀيٽ ڪيو هو.

ڳوٺ جي ڀرئين گهر تي پهچندي ئي هنن کي گهرواسين
طرفان ڪاڌو پيش ڪيو ويو ۽ جڏهن انهيءَ باغ ۾ پهتا تہ
پري پري کان نوان نوان ماڻهو ايندا ۽ انهي ڳاهٽ ٿيندا
ڏٺائون جن کي منٿ ڪري رات گذارڻ جا ٿان آڇيا پي
ويا. سڌارت ۽ گووند بہ هڪ اهڙي ٿان تي رات گذاري
صبح ڪئي.

صبح جو هنن ڏٺو تہ ماڻهن جا انبوهہ اچي ڪٺا ٿيا آهن
ٻڌ ڀڪشو پيلي رنگ جون ڪفنيون پايو هتي هُتي ويٺا
يا تہ گيان ڌيان ۾ مشغول آهن يا وري گوتم جي ٻڌايل
ڳالهين جي ذڪر فڪر ۾. بعد ۾ اهي ڀڪشو جمنيون ڪٺي
دان وٺڻ لاءِ نڪري پيا. ۽ خبر پئي تہ خود 'مهاتما گوتم'
پڻ دان وٺڻ لاءِ نڪري چڪو آهي.

'سڌارت' هن کي ڏسي ورتو جڻ ڪنهن ديوتا اشارو

ڪيس ته اهو اٿئي 'مهاتما گوتم ٻڌ' 'سڌارٿ' هڪ مرجاڻل واري فقير کي پيرن وارو پيالو کڻي ويندي ڏٺو جنهن کي پيلي ڪفني پيل هئي. اهو مهاتما هو! سڌارٿ، گووند کي اشارو ڪيو، ۽ هو ٻئي اٿي مهاتما جي پويان لڳا.

ٻڌ مهاراج هوريان هوريان قدم کڻي، سانت سان هلندو پئي ويو. ڪنهن گوڙهي فڪر ۾ غلطان هن جي سانتيڪي چهري تي نه دک جي ڇاپا هئي نه خوشيءَ جا اهڃاڻ، ڄڻ اندر ۾ مرڪي رهيو آهي. هڪ سکر معصوم ٻار واري ڳجهي مرڪ چهري تي سجايو هـو هلندو ٿي ويو، نهايت ڌيرج سان، نهايت سڪون سان. سيني پڪشوئن ۾ پري کان پڌرو پئي ڏسڻ ۾ آيو، هن جي هرقدم ۾ چرپر ۽ سڄي شخصيت ۾ سڪون ٿي سڪون هو، دائمي روشني هئي. خواهش کان بي نيازي، ماحول کان بي نيازي ۽ بـي غرضائي هـن جي انگ ڍنگ مان صاف پي بکي.

هي ٻئي نوجوان برهمڻ هن جو پيڇو ڪندا ڳوٺ تائين ويا ۽ وري ساڳئي طريقي سان واپس موٽي آيـا. هنن جي دل شاهدي ڏيڻ لڳي ته هي شخص واقعي مهان آهـي، ۽ ننهن کان چوٽيءَ تائين سچو ٿي سڪون آهي. سڌارٿ اڄ تائين ڪنهن به انسان بـابت پنهنجي دل ۾ ايترو عشق نه محسوس ڪيو هو. هنن ڏٺو ته مهاراج واپس اچي پنهنجن پڪشوئن سان گڏجي کاڌو کاڌو. ايترو جنهن مان ڪنهن پکيءَ جو پيٽ به مشڪل سان ڀرجي. پوءِ هونيم موجب انب جي وڻ هيٺان وڃي ويٺو.

شام جي مهل جڏهن گرميءَ جو تاءُ گهٽجي ويو ته سڀ حاضرين هوشيار ٿي ويٺا ۽ مهاتما جو اپديش ڏاڍي چاهه ۽ ڌيان سان ٻڌڻ لڳا.

انهيءَ اپديشن ۾ به ڪماليت ۽ پورنتا هئي، سانت هئي ۽ سڪون هو. ٻڌ مهاراج انسان ذات جي دکن ۽ دردن جو ذڪر ڪيو، انهن جي سببن جي اپٽار ڪئي ۽ انهن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جا رستا ٻڌايا. ته زندگي سچو سور آهي، ۽ دنيا انهن سورن جو گهر آهي، پر انهيءَ ابتلاءَ کان نجات جو وسيلو آهي مهاتما ٻڌ جي هدايتن تي عمل ڪرڻ. مهاتما سياويڪ پختبتي آواز ۾ پنهنجا چار اهم نڪتا بيان ڪيا ۽ انهن لاءِ اٺ واٽون ڏسيون. هن مثال ڏئي هر ڳالهه ڏاڍي ڌيرج سان ورجائي ورجائي ٻي سمجهائي جو هن جي سکيا جو عام انداز هو، ۽ هن جو صاف ۽ چٽو آواز هرهڪ تائين ائين ٿي پهتو جيئن تارن جي روشني هرڪنهن تائين پهچندي آهي.

ٻڌ مهاراج جو وعظ پورو ٿيو ته رات ٿي چڪي هئي. ڪيترا نوان ماڻهو اڳتي وڌي مهاراج کي عرض ڪرڻ لڳا ته کين ٻڌ مت اختيار ڪرڻ جي اجازت ملي، ۽ سندن درخواست بروقت قبول ڪئي ٿي وئي.

گووند به جو مهاتما جي وعظ کان متاثر ٿي چڪو هو

هڪ دم اڳتي وڌي پڇتاءُ ۽ اختيار ڪرڻ جو اظهار ڪيو
۽ هن کي به بروقت ڀڪشوئن ۾ شامل ڪيو ويو.
مهاراج خلوت ۾ هليو ويو ته گووند سڌارٿ ڏانهن وريو
۽ ڏاڍي چاهه سان هن کي چوڻ لڳو.
"سڌارٿ، آءُ تو کي ڪو ڏوراپو نه ٿو ڏيان پر
مهاتما ٻڌ جا واتا ڏسي آهي، ڇا تون به اها نجات جي وات
نه وٺندين؟ "ڇا تون اڃا انتظار ڪندين ۽ سوچيندين؟"
گووند جو آواز ٻڌي سڌارٿ ڇڻ ننڊ مان ڇرڪ ڀريو،
ڪجهه وقت هو گووند جي منهن ۾ تڪيندو رهيو ۽ پوءِ
نرمائي سان چوڻ لڳو:
"گووند دوست، تو پنهنجي لاءِ هڪ راهه اختيار ڪئي
آهي مونکي اها اميد ته نه هئي ته تون مون کان الڳ ڪا راهه
اختيار ڪندين، پر خير تون هڪ نئين وات تي قدم رکي
چڪو آهين، نجات جي تلاش جي وات، سو تون بيشڪ

---

* پڇتاءُ جون چار خاص حقيقتون هي آهن.
رنج ۽ غم، رنج ۽ غم کي مقصد بنائڻ. رنج ۽ غم جو
علاج ۽ انهيءَ علاج جو طريقو. ان جون اٺ واٽون آهن.
عقيدي جي پاڪائي- ارادي جي پاڪائي- گفتگو ۾ پاڪائي-
هلت چلت ۾ پاڪائي- ڪرت ۽ ڪسب ۾ پاڪائي-
ڪوشش جي پاڪائي- ڌيان جي پاڪائي ۽ مقدر جي پاڪائي.
مطلب ته سوچ به نيڪ هجي ته عمل به نيڪ هجن.
(مترجم)

اڳتي وڌندو رهه. شل تون نجات حاصل ڪرين ۽ سوڀارو ٿين."

"تہ ڇا تون بہ ساڳي راهہ اختيار نہ ڪندين؟"

"منهنجون دعائون توسان آهن دوست، شل تيئن پنهنجي منزل ماڻين."

گووند سمجهي ويو تہ يار جدا ٿيڻ وارو آهي. هو روئڻ لڳو. سڌارٿ شفقت سان هن کي آٿت ڏنو.

"گووند دوست، اهو نہ وسار تہ تون هاڻي مهاتما گوتم ٻڌ جو مريد آهين، گهر گهاٽ، مائٽ مٽ، ذات پات، مال ملڪيت توڙي دوستي ياري، سڀ ڪجهہ تياڳڻ جو اعلان ۽ اقرار ڪري چڪو آهين. مهاتما ٻڌ جي اهائي تہ سکيا آهي ۽ اهائي تنهنجي اڇا هئي، دوست. سڀاڻي آءٌ ون توکي ڇڏي هليو ويندس."

تنهن بعد بہ ڪجهہ عرصي تائين هي ٻئي دوست ملندا رهيا ۽ گڏجي بن ۾ گهمندا رهيا.

گووند هر بار هن کان اهو پڇندو رهيو تہ هو ٻڌ ڌرم ڇو نٿو اختيار ڪري. ڇا ان ۾ هن کي ڪا ناڪامي نظر آئي آهي؟ مگر سڌارٿ ڪنهن بہ قسم جي ڪا خامي بيان نہ ڪئي. بلڪ اهوئي چوندو رهيو تہ مهاتما ٻڌ جي تعليم مهان آهي، هو ان مان نقص ڪيئن ٿو ڪڍي سگهي.

آخرڪار ٻين نون مريدن وانگر گووند کي بہ پيلي رنگ جي ڪفني پائڻ جي هدايت ملي. هن برهمڻن وارو چولو لاٿو ۽ اها ڪفني پاتي ۽ سڌارٿ کي ڀاڪر پائي روئڻ لڳو.

اتي سڌارت مهاتما ٻڌ کي ڏٺو، هن کي ادب سان سلام
ڪيائين تہ مهاتما ڏاڍي شفقت سان سلام جو جواب ڏنو.
اهو ڏسي سڌارت جو حوصلو وڌي ويو ۽ هن مهاتما کي عرض
ڪيو تہ ڪجهہ گفتگو جي اجازت ڏي. مهاتما ڪنڌ ڌوڻي
هاڪار ڪئي. سڌارت گفتگو جي ابتدا ڪئي.

”اي مهاتما!

ڪالهہ مون اوهان جو وعظ ٻڌو ۽ ڏاڍي سرهائي نصيب
ٿيم. منهنجو دوست اوهان جو مريد ٿي چڪو آهي. البت
آئون وڌيڪ ياترا لاءِ اڃا اڳتي ويندس.“

”جيڪا تنهنجي مرضي.“ مهاتما خوش خلقي سان چيو.

”منهنجي گفتگو ۾ ضرور ڪجهہ بي باڪي ۽ بي تڪلفي
آهي، پر منهنجي اها خواهش آهي تہ اوهين مهرباني ڪري
منهنجا خيالات بہ ٻڌو. ڇا اوهين مون کي وڌيڪ ڳالهائڻ
جي اجازت ڏيو ٿا ـــ؟“

مهاتما خاموشي سان ڪنڌ ڌوڻي هاڪار ڪئي. سڌارت چيو:

”سائين اوهان جي هڪ ڳالهہ برابر تحسين جوڳي آهي،
جا اوهان ڏاڍي چٽائي سان سمجهائي آهي.

اوهين چئو ٿا هي دنيا هڪ دائمي ۽ مڪمل زنجير
آهي. ’وجود‘ ۽ ’سبب‘ انهن زنجيرن جون ڪڙيون آهن.
يعني سبب يا مقصد ۽ وري ان جو نتيجو يا تاثير، انهيءَ
سلسلي جي هڪ زنجير يا سلسلو آهي، جنهن کي دايا ڇنجي
ٿو ۽ اهو سلسلو ڪڏهن بہ ٽٽي نٿو.

اوهان اها ڳالهہ اعليٰ خوبي ۽ چٽائي سان سمجهايو

ٿاءِ جو اڄ تائين ڪنهن نه سمجهائي آهي. جيڪو به اوهان جي اها ڳالهه سمجهي ٿو تنهن کي هيءَ دنيا صاف ۽ چٽي ڏسڻ ۾ ٿي اچي، هڪ سلسليوار هر طرح جي ستم کان پاڪ، جا نه ڪنهن اتفاق يا نصيب جي تابع آهي، نه ئي ڪنهن ديوتا جي محتاج. دنيا عمدي آهي يا اگري، زندگي رنج آهي يا راحت، بقادار آهي يا بي بقا. سا ڳالهه شايد ايتري اهم نه آهي، پر ڪائنات جي اها وحدت ان جي مڙني علتن جو هڪ ئي سان سلسلو هئڻ، وڏي ٽوڙيندڙ هستيءَ جو هڪ ئي ڌاري مان ڦٽڻ، 'سبب' مان 'وجود' ۾ اچڻ، جيئڻ ۽ فنا ٿيڻ، اها ڳالهه اهم آهي ۽ اهائي اوهان جي تعليم آهي. مگر اي مهاتما! اوهان جي انهيءَ منطقي سلسلي ۾ هڪ هنڌ هڪ وٿي ڇڏيل آهي جنهن سبب اهو سلسلو هڪ هنڌ ضرور ٽٽي ٿو، ۽ اهو آهي اوهان جو اهو مت، دنيا ۽ ان جي مڙني شين کان مٿانهون ٿي مڪتي ماڻڻ جو امر. گستاخي معاف ٿئي، مون کي اوهان جي انهيءَ ئي مت سان اختلاف آهي."

مهاتما گوتم ٻڌ خاموشي ۽ ڌيرج سان سڄي ڳالهه ٻڌي ۽ پوءِ ڌيڏي پاڻ ۽ مهر سان سانتيڪي انداز ۾ جواب ڏنو.

"توکي جس آهي جو تو منهنجون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌيون ۽ انهن تي سوچ ويچار ڪيو. توکي منهنجي مسلڪ ۾ خامي نظر آئي آهي، تنهن لاءِ آءٌ توکي خبردار ٿو ڪريان ته ٿون جو عام ۽ ڄاڻ جو ڪولاڙو ۽ اجايل آهين- سو لفظن جي ٻکيڙي ۽ گمان ۽ راءِ زنيءَ جي انهيءَ ماندڻ کان بچ

جي ڪوشش ڪر.

راءِ جي ڪا اهميت ڪانهي، رايو عمدو هجي يا خراب، عاقلاڻو هجي يا احمقاڻو، قبول به ٿي سگهي ٿو ۽ رد به ٿي سگهي ٿو. آءٌ جا تعليم ڏيان ٿو سا منهنجي راءِ نه آهي، نه ئي وري منهنجي تعليم جو مقصد انهن ماڻهن کي دنيا جي حقيقت سمجهائڻ آهي جي علم ۽ ادارڪ جا ڳولائو ۽ پياسا آهن. منهنجي تعليم جو مقصد آهي مڪتي ۽ نرواڻ، ڏکن دردن کان نجات."

"ڪاوڙ نه ڪريو سائين، منهنجو مقصد اوهان سان بحث تڪرار نه آهي. البت وري به هڪ ڳالهه عرض ڪرڻ جي جرئت ڪريان ٿو.

بيشڪ اوهان انهيءَ اعليٰ منزل تي پهچي چڪا آهيو جنهن لاءِ هزارين برهمڻ اچا جاکوڙ ڪري رهيا آهن. تو اوهان ڪنهن بہ کان علم نہ سکيو آهي. باڪ پاڻ پنهنجي تپسيا ۽ گيان ڌيان جي نتيجي ۾ اها منزل ماڻي اٿوَ. تعليم مان ڪنهن کي منزل ملندي بہ نہ آهي! اي مهاراج! اوهين پاڻ ماڻهن کي عين انهيءَ گهڙيءَ جي حقيقت لفظن ۾ ٻڌائي سگهو جا اوهان تي عين ان وقت گذري، جنهن وقت اوهان جو ذهن ۽ قلب روشن ٿيو، اوهان جي دل دماغ تي ڇا وهيو واپريو، سو اوهين پاڻ بيان نٿا ڪري سگهو!

اوهين نيڪيءَ بديءَ جو فرق سمجهائي سگهو ٿا، پر اهو پيڊ بيان نٿا ڪري سگهو. اهوئي سبب آهي جو آئون اوهان جو قائل ٿيڻ جي بجاءِ، ڪنهن بہ بهتر متي جي

تلاش ۾ نڪرڻ چاهيان ٿو، ڇاڪاڻ تہ منهنجو خيال آهي
تہ منزل وري بہ پنهنجي منهن جستجو ڪرڻ سان ملندي،
ڪنهن استاد يا ڪنهن متي جي ذريعي نہ. پر هيءَ ڏينهن،
هي گهڙي مون کي هميشه ياد رهندي جو مون هڪ ’مهان
ڌرماتما‘ جو ديدار ڪيو.“
مهاتما ٻڌ جي چهري تي ڌيرج ۽ استقلال کان سواءِ
ٻيو ڪجهہ نہ هو. هن جون اکيون بدستور جهڪيل هيون.
ٻڌ مهاراج دوستاڻي انداز ۾ مرڪندي آخري لفظ چيا:
”تون بيشڪ ذهين آهين برهمڻ زاده، البت پنهنجي
انهيءَ حد کان وڌيڪ ذهانت کان پنهنجو پاڻ کي محفوظ
رکجان، گهڻي هوشياري کان بچجانءِ.“
ائين چئي هلڪي اشاري سان سڌارٿ کي رخصت ڪري
هو اتان روانو ٿي ويو ۽ سڌارٿ سوچڻ لڳو: ههڙي مريادا ۽
مٺيا وارو ماڻهو تہ مون ڪڏهن نہ ڏٺو! ڪاش آئون بہ اهڙي
غير معمولي شخصيت ۽ رتبي جو مالڪ ٿي سگهان. اهو
رتبو فقط انهيءَ ماڻهوءَ کي ملي سگهي ٿو جو پنهنجي پاڻپڻي
کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي.
ها، آءٌ بہ پنهنجي خوديءَ کي ناس ڪندس! هن شخص
جي اکيان آءٌ اک کڻي نہ سگهيس، پر هاڻي ڪنهن جي
اکيان بہ ائين اکيون نہ جهڪائيندس. ههڙي ڌرماتما جي
تعليم مون تي اثر نہ ڪيو تہ هاڻي ٻي سکيا ۽ پرچار جو
ڇا مطيع ٿيندس! گوتم ٻڌ، مون کان منهنجو نندپڻ جو
دوست کسي ورتو، پر مون هن کان پرايو بہ گهڻو ئي ڪجهہ.

هن مون کي پنهنجو پاڻ به موٽائي ڏنو آهي، منهنجي ذات
جا مون کي ملي وئي.

# ۴

سڌارٿ مهاتما جي بن ۽ گووند کان جدا ٿي اڳتي روانو
ٿيو ته هن کي صاف محسوس ٿيو ته هن کان اڳ جي گذاريل
جيون کي ئي الوداع چيو پيو وڃي ۽ هاڻي هڪ بلڪل ئي
نئين واٽ تي آهي، انهيءَ سوچ هن کي اهو يقين ڏنو ته هو
"سبب" يا "مقصد" کي سڃاڻي چڪو آهي. 'سبب' کي
سڃاڻڻ معنيٰ سوچ جو رستو ڪاڻ، ۽ سوچ جي رستي ڪاڻ
سان ئي احساسات بدلجي علم جي شڪل وٺن ٿا، ۽ اهو
علم ڪڏهن زيان نٿو ٿئي، بلڪ حقيقي ۽ پختو ٿئي ٿو.

سڌارٿ هلندو رهيو.... هاڻي آءٌ محض نوجوان ڇوڪرات
نه رهيو آهيان بلڪ هڪ مڪمل مرد بڻجي چڪو آهيان،
ڪمسني پوئتي رهجي وئي آهي، ڇڻ نانگ وانگر ڪينچلي
مٽائي اٿم. جيڪي ڪجهه ساڻ هئم تنهن جو ڪو حصو
پويان ڇڏي پيو وڃان، يعني گروئن کي هٿ ڪري هنن
کان ڪجهه سکڻ جي خواهش، ها، هاڻي ته اها به نه رهي
آهي. ٻڌمهاراج منهنجو آخري استاد هو، تنهن کان به
موڪلايم. بيشڪ وڏو داناءُ گرو هو، پر منهنجو من هن جي
سکيا قبول نه ڪري سگهيو. گروئن کان مون ڇا ٿي سکڻ
چاهيو؟ هنن مونکي ڇا سيکاريو ۽ ڇا نه سيکاري سگهيا؟

ها،....مون پنهنجو ”پاڻ“ سجاڳ ٿي چاهيو، پنهنجي
ذات جي اصليت ۽ خاصيت ڄاڻڻ ٿي چاهي، مون پنهنجو
پاڻ انهيءَ ”پاڻ“ کان نجات ڏيارڻ جي آرزو ڪئي، ”پاڻ“
کي فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ائين ڪري نه سگهيس.
فقط هڪ دلاسو هڪ فريب ۽ هڪ آٿت پرايم ته آءٌ ”پاڻ“
کي تياڳي چڪو آهيان، پر حقيقت ائين نه هئي، فقط ايترو
ٿي ٿيو جو پاڻ کان ڪجهه فرار حاصل ڪري سگهيس،
پاڻ کان پنهنجو پاڻ کي ڪجهه لڪائي سگهيس. اهو پاڇولو
هميشه منهنجي ذهن تي سوار رهيو آهي ته آئون ٻين کان
مختلف ۽ جدا آهيان، ته آئون سڌارت آهيان، پر حقيقت
۾ مون کي انهيءَ سڌارت جي ٿي ڄاڻ ۽ سجاڳپ گهٽ هئي!
ڀلا ائين ڇو ٿيو جو هيتري جاکوڙ جي باوجود، آءٌ
پاڻ کي، سڌارت کي ٿي سڃاڻي نه سگهيس؟ يقيناً ان ڪري
جو آءٌ پاڻ کان خوف کائيندڙ هوس! ان ڪري پنهنجو پاڻ
کان سدائين ڀڄڻ جي ڪوشش ۾ هوس؛ ان ڪري پاڻ
سڃاڻي نه سگهيس. مون پنهنجو پاڻ ۾ پيهي وڃڻ جي ڪا ڪوشش
ڪئي تنهنجي نتيجي ۾ پنهنجو پاڻ کي وڃائي ويٺس....!
هڪ هنڌ ويهي سڌارت پنهنجي چوطرف نظر ڦيرائي،
مٿي نهاريو ۽ وري هيٺ نظر ڪئي، ته هن جي منهن تي
هڪ عجيب قسم جي مرڪ پکڙجي وئي، هن کي صاف
محسوس ٿيو ته هو هڪ وڏي خواب مان اجهو هاڻي ٿي
سجاڳ ٿيو آهي، ڪنهن وڏي ماندائڻ مان آزاد ٿي نڪري
آيو آهي، جو سندس چوگرد منڊيو پيو هو. هو مرڪيو ۽
وري عزم ۽ ارادي سان اٿي وڌڻ لڳو، ڄڻ هاڻي هن کي

چاڻ هئي تہ هن کي ڇا ڪرڻو آهي.

هاڻي آءٌ پنهنجو پاڻ کان پڇڻ جي ڪوشش نہ ڪندس، هاڻي آتما بابت توڙي دنيا جي دکن دردن بابت ڪجهہ بہ نہ سوچيندس، هاڻي آءٌ سچ پٺيان لڪل ڀيد تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ڪشٽ نہ ڪاٽيندس، نہ يوگ پڙهندس نہ ارٿ ويد نہ ئي روحانيت جو ابياس ڪندس، آئون پنهنجو پاڻ کان سکندس. پاڻ پنهنجو استاد ٿيندس. آئون پنهنجي ذات مان پنهنجي ذات جو ڀيد معلوم ڪندس.

هن چوطرف نظر ڊوڙائي، ڄڻ دنيا کي پهريون ڀيرو پيو ڏسي، دنيا ڪيڏي نہ خوبصورت آهي! ڪيڏي عجيب، ۽ ڪيڏي پراسرار! هتي تہ رنگ ئي رنگ آهن، ساوا، ڳاڙها، پيلا، نيرا! آسمان آهي، ندي آهي، ٻيلا آهن، جبل آهن، سڀ سندر ۽ من موهيندڙ. ۽ انهيءَ سموري حسن جي درميان ۾ آءٌ پاڻ- سڌارٿ موجود آهيان. پنهنجو پاڻ ڏانهن سفر ڪندڙ! سڌارٿ پهريون ڀيرو هر شئي جا اهي رنگ ۽ مظهر ڏٺا.

ڪير ٿو چوي هي شيطاني ٺڳسات آهي! ڪير ٿو چوي هي مايا جو ڄار آهي. ڪير ٿو چوي هي وايو منڊل نظر جو فريب آهي؟ عجيب ڳالهہ آهي تہ برهمڻ وحدت جي تلاش ۾ آهن ۽ ڪثرت کان نفرت ڪن ٿا! سڌارٿ، نيرا پيلا رنگ، ندي، ٻيلا، جبل ۽ وري سڌارٿ سڀ هڪڙي آهن. شين جي حقيقت ۽ معني، انهن جي پٺيان ڪٿي اڪل ناهي بلڪ انهن ۾ ئي موجود آهي.

آئون ڪيڏو نه موراڪ هوس. مون حقيقت جو ڪتاب پڙهڻ چاهيو پر اکرن ۽ انهن جي بيهڪ جي نشانين تي غور ڪرڻ بدران انهن کي محض سراپ سمجهي انهن کان نفرت ڪندو رهيس! آءٌ سرشتيءَ کي سراپ سمجهندو رهيس، پنهنجين اکين ۽ پنهنجي زبان کي محض امڪان سمجهندو رهيس. مگر هاڻي آءٌ سجاڳ ٿي چڪو آهيان، مون نئون جنم ورتو آهي. ۽ هاڻي جيئن ته منهنجو ماضي مري ڪهي چڪو آهي. هاڻي آءٌ برهمڻ نه آهيان، نه جوڳي آهيان، نه پوڄاري آهيان، تنهنڪري واپس گهر وڃي ڇا ڪريان، پيءُ سان گڏجي ڪتابن جو پاٺ ڪريان، پرارٿنائون ڪريان گيان ڌيان ڪريان يا پليدان چاڙهيان؟ نه، هاڻي منهنجي نئين زندگيءَ جي ابتدا آهي.

اتي سڌارٿ کي پنهنجي اڪيلائي جو احساس ٿيو ۽ بت ۾ سيسراٽ پوڻ لڳس، جيئن ڪو ننڍڙو جانور يا پکي ٽڙڪڻ لڳندو آهي. هن جو بت ڪنبڻ لڳو. ڇاڪاڻ ته هن وقت هو واقعي اڪيلو هو، فقط سڌارٿ هو، ٻيو ڪجهه به نه.... آءٌ ڇا آهيان؟ نه ڪنهن دولت جو مالڪ رئيس، نه ڪو هنرمند، نڪو گهر گهاٽ وارو، نه منهنجو ڪو جيون ساٿي، نڪو هم سخن نڪو هم زبان، نه ڪو برهمڻ نه جوڳي جنهن جو ڪو سٿ آهي. جوڳي جو به ڪنهن سان ساٿ ته هوندو آهي، گووند به وڃي ڪنهن ساٿ پيڙو ته ٿيو، پر منهنجو به ڪو سڱ سياڳو آهي....! ڪنهن جي جيون ۾ ڪو ڀاڱو به اٿم. ڪو رڳو وات جي وندر جو ساٿي به اٿم....!

اهي ڳالهيون سوچي ڪن پل لاءِ هو ڪجهه اداس ٿي ويو. اکين اڳيان موجود رنگ برنگي دنيا هن جي اکين کان الوپ ٿي وئي ۽ هن ڀانيو ته هڪ ڀڙڀانگ آسمان ۾ هو هڪ ٽمڪندڙ تارو آهي. پر پوءِ جلد ئي پاڻ سنڀالي ورتائين. شايد اها هن جي آخري مايوسي هئي، آخري درد هو.

هو هڪ طرف هلڻ لڳو. پنهنجي گهر جي رستي تي نه، بلڪ هڪ نئين واٽ تي. هاڻي هن پويان به نه ٿي نهاريو.

---

# حصو ٻيو

سدارت وڪ وڪ تي ڪا نئين ڳالهہ سڪندو پئي ويو. دنيا جنهن نئين رنگ ڍنگ سان پاڻ پسايو هو ته هن رنگ ڍنگ هن کي موهي ڇڏيو هو. سدائين سڙهين ۽ مقامن ۾ گذارڻ وارو سدارت هاڻي دنيا کي عجب ڇاهہ سان ڏسڻ لڳو، سج جو ٻيلن ٻنيان اڀرڻ ۽ وري ندي ڪناري ٻيلن کجين جي جهنڊ ٻنيان آلهڻ، رات جي وسيلي آسمان ۾ تارن جو تمڪڻ، نيري پاڻي ۾ ترندڙ ڏونڊيءَ جهڙو ٻيج جوچنڊ، طرح طرح جا جانور، پکي، ڪڪراندلت ڏڪريون ۽ جبل ڪڪ ڪاڻاگل ڦل، نهرون ۽ نالا، ٻنن تي ماڪ جا جهلڪا، ماڪيءَ جي مکين جي ڀڻڪار، سارين جي سلن ۾ سهائيندڙ هوائن جا سياويڪ ڇوها ۽ تڏيون تڏيون هيرون، اهي سڀ نظارا طرح طرح جا رنگ وٺي هن جي اکين اڳيان نروار هئا، اهي شيون ته هن اڳ ۾ ڏٺيون هيون پر تڏهن هن جي اکين اڳيان سراپ جو تکو پردو پيل هو. تڏهن هو انهن شين کي ڏڪارڻ ۽ ذهن مان نيڪالي ڏيڻ تي مجبور هو. هن کي ٻڌايو ويو هو ته اهو سڀ ڪجهہ حقيقت نہ آهي بلڪ حقيقت انهن جي پويان پوشيده آهي، پر هاڻي هن جون اکيون انهيءَ رخ تي کتل هيون جو سندس آڏو هو.

سدارت دنيا جي هن نئي رخ ۾ پنهنجي منزل هٿ ڪرڻ جو سعيو سوچيو. هاڻي جو هن ٻولڙن جي ولرن کي ڪيهون

ڪندو ٽپندو ڪڏندو ڏٺو. گهيٽن کي رڍن پٺيان هيج مان
هلندو ڏٺو. مڇين کي پاڻيءَ ۾ گهتيون هڻندو ڏٺو. تڏهن
هن محسوس ڪيو تہ جتي ڪٿي شڪتيءَ ۽ خواهش جو
واسو آهي،....هي سڀ ڪجهہ مون اڳ ڇو محسوس نہ ڪيو!
پر تڏهن آئون هئس ئي ڪٿي؟ آئون تہ ڄڻ هاڻي ئي پيدا
ٿيو آهيان. هاڻ هي شيون پرايون نہ پر پنهنجيون پيون لڳن.
اڳي آءٌ پاڻ پنهنجو نہ هوس! مون مهاتما ٻڌ کي ڇيو هو
تہ هن جيڪي محسوس ڪيو آهي يا ڪجهہ ڏٺو آهي سو
بيان ڪرڻ کان قاصر آهي. تنهنڪري سندس تعليمات بي
فائدي آهي. پر آئون خود الهيءَ تجربي مان پيو گذران،
جو جيڪي ڪجهہ ڏسان ۽ پسان پيو سو سمجهان پيو ۽
جنهن کي بيان بہ ڪري سگهندس. جيئن مهاتما ٻڌ پنهنجي
اندر جو آواز ٻڌي ان جي حڪم تي عمل ڪري ٿو، تيئن
هاڻي آءٌ بہ فقط پنهنجي اندر جي آواز کي ٻڌندس ۽ ان جي
هدايتن موجب هلندس.

رات جو هو هڪ ٻيڙيءَ واري جو مهمان ٿيو ۽ هن
جي جهوپڙيءَ ۾ هن هڪ خواب ڏٺو، هڪ عورت پنهنجي
ڇاتي کولي بيٺي آهي ۽ هو پاڻ وڏي انهن کي چوسڻ ۽
انهن جو کير پيئڻ لڳو آهي. خواب ۾ اها ٿڃ پيئندي هن
صاف محسوس ڪيو تہ انهيءَ سرڪيءَ ۾ سڀ سواد آهي،
نسوري لذت آهي.

عورت ۽ مرد جي، سج ۽ چنڊ جي، ميون جي، ماکيءَ
جي، گلن جي، نديءَ جي پاڻيءَ جي. سڀ لذت هن صاف

محسوس ڪئي.
هن پهريون دفعو انهيءَ ڳير مان اهو لطف ماڻيو جو هن لاءِ نئون ۽ جذبات کي ڀڙڪائيندڙ هو. انهيءَ سرڪيءَ ۾ عجيب قسم جو نشو هو، خمار هو.
صبح ٿيو ته هن ٻيڙيءَ واري کي پنهنجي ٻيڙيءَ تي چاڙهي نديءَ جي ٻي پار پهچائڻ جي درخواست ڪئي. ٻيڙيءَ وارو هن کي پنهنجي پاسي جي ترهي تي سوار ڪري وٺي هليو.
ترهو سج جي سهاءَ ۾ جرڪندڙ پاڻيءَ کي چيريندو اڳتي وڌيو ته سڌارٿ ٻيڙي واري کي چيو.
”ڏاڍي خوبصورت ندي آهي!“
”هائو، هيءَ ندي ڏاڍي خوبصورت آهي. مون کي ته ان سان الاهي عشق آهي، مون ان جا آلاپ ٻڌا آهن. آءٌ ان کي اڪثر تڪيندو رهندو آهيان. ٿوري مون ان مان ڪجهه نه ڪجهه سکيو ۽ پرايو آهي. ماڻهو هڪ نديءَ کان به گهڻوئي ڪجهه سکي سگهي ٿو.“
ٻي پار پهچي سڌارٿ لهي پيو. هن ٻيڙي واري کي چيو:
”تنهنجي ڏاڍي مهرباني، اي نيڪ مرد. مگر معاف ڪجانءِ، مون وٽ پئسو ڏوڪڙ اصل ڪونهي، نه ڪا ٻي شئي ئي آهي جا توکي اجوري طور پيش ڪري سگهان. آئون هڪ برهمڻ زادو جوڳي آهيان، ۽ بلڪل نڌڻڪو آهيان.“
”مڙئي خير آهي.“ ٻيڙيءَ واري چيو ”مون تنهنجو

حال ڏسي اڳي ئي تو کان ڪجھ ونڻ جو آسرو پلي ڇڏيو هو. البت ڪنهن ٻي وقت تون اهو حساب برابر ڪري ڇڏيندين."

"تون اها اميد رکين ٿو؟" سدارت خوش ٿيندي پڇيو.

"يقيناً! مون اهو سبق به هن نديءَ کان سکيو آهي ته هر شيءِ ضرور موٽ ڪائيندي آهي. تون به اي جوڳي واپس ضرور ايندين. چڱو هاڻي موڪلائي، شل تنهنجي دوستي منهنجو اجورو ٿئي، مان ڪڏهن پوڄا ڪندي مون کي ياد ڪرين."

هو ٻئي مرڪندا هڪبئي کان جدا ٿيا. سدارت ٻيڙيءَ واري جي هيءَ هلت ڏسي ڏاڍو سرهو ٿي ٿيو... ماڻهو ڪيڏا نه سادا ۽ سلوڻا ٿا ٿين جهڙا نانڍڙا ٻار، مون کي جيڪو به مليو سو ڪهڙو نه پيار ٿو ڏئي ڀنڀهرن ڌاري هو هڪ ڳوٺ ۾ اچي وارد ٿيو.

جتي ڪتي ڪچن گهرن جي آڏو ٻارن ٻئي راند روند ڪئي، البت هن برهمڻ کي ڏسي ٻچي رانـد ڇڏي پيچي ويا. ڳوٺ جي ڇيڙي وٽ هڪ نهر وهندڙ هئي، جنهن جي ڪپ تي هڪ نوجوان عورت ويٺي ڪپڙا ڌوتـا. سدارت اڳتي وڌي هن کي سلام ڪيو ته هن مرڪي جواب ڏنو. سدارت هن کان شهر جو ڏس پڇيو ته ڪيترو پري آهي. عورت ترت ڪو جواب ڏيڻ بدران اٿي سدارت جي پرسان اچي بيٺي. هن جا آلا آلا چپ هن جي خوبصورت چهري تي ڪيڏا ڀلا پئي لڳا. هن سدارت کان پڇيو ته 'ماني کاڌل

اٿس يا ٻڪ اٿس؟' ڇا اهو سچ آهي ته جوڳي پنهنجين مڙهين ۾ اڪيلا رهندا آهن ۽ عورت کي پاڻ وٽ اچڻ نه ڏيندا آهن؟ سڌارٿ اچا ڪو جواب ئي نه ڏنو جو انهيءَ مهل موهڻي عورت پنهنجو ڪاٻو پير سڌارٿ جي ساڄي پير تي رکي هن کي خاص اشاري سان پيار جي دعوت ڏني، اهو خاص اشارو، جو عورتون خاص عيش لاءِ ڪنديون آهن جنهن عيش کي پاڪ ڪتابن ۾ "گناهه" چيو آهي. سڌارٿ کي پنهنجي خون ۾ جوش محسوس ڪيو، عورت جون ڇاتيون هو خواب ۾ ڏسي چڪو هو. هو بي قابو ٿيڻ لڳو ۽ اڳتي جهڪي انهيءَ عورت جي ڇاتيءَ تي چمي ڏئي ورتائين. تنهن تي هوءَ وڏيڪ مرڪڻ لڳي. هن جي اکين ڪايل اکين ۾ جوش بکڻ لڳو ۽ هن جي چهري تي التجا ڀري سڪ اڀري آئي.

سڌارٿ به پنهنجي اندر ۾ اهڙيءَ ئي سڪ ۽ جذبات ۾ باهه محسوس ڪئي پر، اج تائين جو ڪنهن عورت کي هٿ سان به نه ڇهيو هئائين، سو ڪجهه ٻهڪڻ لڳو، جيتوڻيڪ هن جا هٿ بي اختيار ٿي ان عورت ڏانهن وڌڻ لڳا هئا. اتي جو اتي هن کي پنهنجي اندرمان هڪ صدا ٻڌڻ ۾ آئي. "خبردار" ۽ اتي جو اتي هن جي ڪايا پلٽجي وئي هاڻ هن کي ان عورت ۾ ڪا دلڪشي نظر نه پئي آئي. هن محض پيار سان ان عورت کي ڳل تي هلڪي ٺڪي ڏئي موڪلايو ۽ اڳتي وڌي ويو.

شام کان اڳ سڌارٿ انهيءَ شهر جي ٻاهران پهچي ويو.

پنهنجو ڳاڻ ڪي شهر جي ماڻهن جي ويجهو ڏسي هن کي خوشيءَ جو احساس ٿيو جو هن کي هڪ عرصي کان ماڻهن سان راڻ ماڻ جي خواهش هئي. سدائين جو جهنگلن ۾ گذاريو هئائين!

هڪ هنڌ هڪ ننڍڙو باغ هو. جنهن کي ڪو لوڙهو ڏنل نه هو. هو اتي پهتو ته چار ماڻهو هڪ پالڪي کڻي اچي لنگهيا. پالڪيءَ سان گڏ به ڪيترا نوڪر ۽ نوڪرياڻيون هيون ۽ سامان سان ڀريل ٽوڪريون کڻيو ٿي هليون. پالڪيءَ جي اندر نظر ڪيائين ته ان ۾ هڪ ڳاڙهي رنگ جي گاديلي تي، هڪ نهايت ئي خوبصورت نوجوان عورت ڏسڻ ۾ آئي. ڪارا گهاٽا وار، بيحد سهڻو ۽ ذهانت وارو چهرو، سنهڙا ڳاڙها چپ جيئن ڪو تازو ڪورڪيل انجير هجي، ڪمانن جهڙا ڀرون جن مان ڪجهه عياريءَ جي جهلڪ پئي بکي، ڪاريون گهريون اکيون ڏاڍيءَ هوشياريءَ سان هر شئي جو مشاهدو ڪندڙ، ۽ سنهي ڊولائتي ڳچي! اهڙائي هئا هن جا نازڪ هٿ ۽ سهڻيون گهڙيل ٻانهون جن ۾ سونيون چوڙيون پيل هيون.

اها سونهن ڏسي سڌارت جي دل عجيب خوشيءَ سان ڌڙڪڻ لڳي. ۽ جڏهن پالڪي عين هن جي سامهون آئي ته هن هٿ جوڙي ۽ ڪجهه جهڪي ان اپسرا کي سلام ڪيو. هُن طرف کان مرڪ سان جواب مليو. پالڪي انهيءَ باغ ۾ داخل ٿي وئي.

سٺو سڳاڻو سوڻ آهي — سڌارت سوچيو. هن جي دل انهيءَ باغ ۾ وڃڻ ۽ ان حسين لقا سان ملڻ لاءِ اچاون

ڪاڇڻ لڳو. پر ياد آيس ته هن جي نوڪر ۽ نوڪريائڻ ڪيس
ههڙي لباس ۽ حليي ۾ ڏسي کهڙي نه بڇان سان ٽي ڏانهس
نهاريو. آئون اڇا ته هڪ برهمڻ آهيان، هڪ جوڳي، هڪ فقير!
هن حالت ۾ انهيءَ باغ ۾ ڪيئن داخل ٿيندو؟ هو پاڻمرادو
ڪلڻ لڳو.

هن واٽهڙن ڪان انهيءَ عورت بابت پڇيو ته معلوم ٿيو
ته اها مشهور 'وئشيا ڪملا' آهي. اهو باغ به سندس ملڪيت
آهي ۽ ان سان گڏ شهر ۾ هڪ مڪان به اٿس.

هاڻي هو شهر ۾ داخل ٿي ويو. ڪيترو وقت رهي رهي
پنڪندو رلندو رهيو. نيٺ هڪ حجام جي نائب سان هن جي
دوستي ٿي وئي جو هڪ وڻ جي هيٺان پنهنجي ڌنڌي ۾
مشغول هو. سڌارٿ هن کي وشنو مهاراج ۽ لڪشمي ديويءَ
جون ڪهاڻيون ٻڌائي حجت وڌائي. رات هن هڪڙي پٽڻ تي
گذاري ۽ صبح جو وري اچي انهيءَ حجام سان مليو. حجام
هن جي ڏاڙهي ڪوڙي، سنوارت ڏاهي وارن ۾ تيل مکي
ڦٽي ڪئي. تنهن بعد هن پٽڻ تي وڃي اشنان ڪيو. شام
ٿي ته هو اچي ڪملا جي باغ جي در تي بيٺو ۽ نوڪر
کي منٿ ميڙ ڪرڻ لڳو ته ڪيئن به ڪري ڪملا وٽ وڃڻ
ڏي. نوڪر پهرين اندران وڃي اجازت ورتي ۽ پوءِ هن کي
ساڻ ڪري انهيءَ شاميانيءَ ۾ پهچائي ويو جنهن ۾ ڪملا
هڪ صوفي تي ڏاڍي شان سان براجمان هئي.

"تون اهوئي آهين نه، جنهن ڪالهه شام مون کي سلام
ڪيو هو؟" ڪملا سوال ڪيو.

”ها اهو آئون ئي هئس.“

”پر نڌهن تنهنجي ڏاڙهي ۽ مٿي جا وار وڌيل هئا ۽ انهن ۾ ڌوڙ پري پيئي هئي.“

”برابر، آءٌ سدارت آهيان، هڪ برهمڻ زادو مون ٽي سال جوڳي ٿي جهنگ جهاڳيو آهي. پر آءٌ هاڻي اهي ريتون ڇڏي هتي آيو آهيان، شهر ۾ داخل ٿيڻ وقت مون سڀ کان پهرين توکي ڏٺو، ڪملا، آءٌ توکي اهو ٻڌائڻ آيو آهيان ته تون پهرين عورت آهين جنهن کي مون بي باڪيءَ سان ڇتائي ڏٺو ۽ جنهن سان آءٌ پهريون ڀيرو هن ريت ڪنڌ کڻي ڳالهائي رهيو آهيان. هاڻ آئون هر عورت سان ائين بي حجاب ٿي ڳالهائيندس.“

”بس اهوئي ٻڌائڻ آيو آهيان يا ڪجهه وڌيڪ؟“

ڪملا هڪ ننڍڙي خوبصورت پنکي سان ڪيڏيندي پڇيو جو مور جي پرن مان ٺهيل هو. هوءَ مرڪڻ لڳي هئي.

”آءٌ توکي تنهنجي حسن جو داد ڏيڻ آيو آهيان ۽، جي ناراض نه ٿين، ته منهنجي هيءَ درخواست به آهي ته مهرباني ڪري مون سان دوستي ڪر، بلڪ منهنجي استاد ٿيءُ، ڇاڪاڻ ته آءٌ انهيءَ فن کان بلڪل اڻ واقف آهيان جنهن جي تون ماهر آهين.“

اهو ٻڌي ڪملا وڏو ٽهڪ ڏنو.

”هن کان اڳ ۾ مون اهڙو جوڳي ڪڏهن به نه ڏٺو جنهن جهنگ مان اچي مون کان منهنجي هنر جي سکيا گهري هجي. نه ئي ڪو جوڳي اهڙو لباس پائي اچ ڏائين

مون وٽ آيو آهي. مون وٽ گهڻائي جوان اينداڙ آهن، جن ۾ برهمڻن جا پٽ به هوندا آهن، مگر اهي عمدا ڪپڙا ۽ عمدا بوٽ پائي ايندا آهن، هنن جي وارن ۾ خوشبوءِ هوندي آهي ۽ ڪيسن ۾ ناڻو."

"تو ڪي پهريون پهرو ڏسي تو کان سبق سکڻ لڳو آهيان، مون ڏاڙهي ڪوڙائي ۽ وار نهرائي ڇڏيا آهن ۽ تيل مکي ڇڏي ڏني اٿم. باقي جيڪڏهن عمدا ڪپڙا ۽ عمدا بوٽ نه اٿم ته ڇا ٿيو، آءٌ تنهنجي صحبت حاصل ڪرڻ لاءِ اهي شيون به نيٺ حاصل ڪري وٺندس، آءٌ محنت ڪرڻ جو عادي آهيان. تڏهن ڇا تون هن حال ۾ مون کي قبول نه ڪندئين ڪملا؟"

"نه" ڪملا ڪلندي چيو. "سٺا ڪپڙا ۽ سٺو بوٽ پائي اچ ۽ منهنجي لاءِ ناڻو ۽ سوکڙيون کڻي اچ، تڏهن ٿي تو سان صحبت ٿي سگهي ٿي، سمجهين ٿو جهنگ جا جوڳي."

"سمجهان ٿو، سمجهان ٿو." سڌارٿ ڪجهه تيز ٿيندي چيو." اهڙن سهڻن چپن مان نڪرندڙ ڳالهه ڪيئن نه سمجهندس. ڪملا تنهنجا چپ ائين آهن جيئن ڪو تازو ڪڪوريل انجير هجي. پر منهنجن چپن ۾ به جوڀن جي تازگي آهي، آزمائي ڏس ته تنهنجن چپن سان نهڪن ٿا يا نه؟ ڪملا، تو کي جوڳين کان ڪراهت ٿي اچي ڇا؟"

"آءٌ مورک جوڳيءَ کان ڇو خوف کائيندس، جو جهنگ جي گدڙن جي صحبت ۾ رهيو هجي ۽ عورتن بابت ڪجهه به نه ڄاڻندو هجي." ڪملا ڪلندي چيو.

”جوڳيءَ ۾ ڏاڍو ٻل هوندو آهي ڪملا. هو توکي لٽي سگهي ٿو، توکي نقصان رسائي سگهي ٿو، توسان زور زبردستي ڪري سگهي ٿو، جوڳي ڏاڍو بي ڊپو ٿيندو آهي.“

”نه ڙي جوڳي، مون کي ته جوڳين کان ڪو خوف نٿو ٿئي. ڏس پلا ڪنهن جوڳيءَ سان به، ڪڏهن ڪنهن زبردستي ڪري هن کان هن جي دانائي، هن جو علم، هن جي پارسائي کسي ورتي آهي؟ اهڙيءَ طرح ڪملا کان به ڪير زبردستي سان هن جو پيار ۽ پيار جي لذت ۽ چپن جو چشڪو نٿو ڦري سگهي. تون منهنجي خوبصورت چپن کي جي زوري چمي ڏيندين ته انهن مان توکي هڪ ڦڙي جيترو رس به نصيب نه ٿيندو. جڏهن ته ڪملا جي چپن کي امرت اوتڻ جو هنر خوب اچي ٿو.

سڌارت، تون لائق ۽ تيز فهم شاگرد آهين. اهو سبق به سکي ڇڏ. پيار خريد ڪري سگهجي ٿو، خيرات وٺي سگهجي ٿو، حاضر ڪري سگهجي ٿو، پر چورائي نٿو سگهجي. تون ڀليل آهين، عجب آهي جو تو جهڙو چڱو ماڻهو به خوش فهمي جو شڪار آهي.“

”تون سچ ٿي چوين ڪملا.“ سڌارت ڪنڌ جهڪائي مرڪندي چيو، ”تنهنجي چپن جي مٺاڻ ضايع نه ٿيڻ کپي. هاڻ آئون تو وٽ تڏهن ايندس جڏهن مون وٽ عمدا ڪپڙا هوندا، بوٽ هوندو ۽ پئسا هوندا. پر ڪملا، مون کي صلاح ته ڏي ته اهي شيون آءٌ ڪيئن ۽ ڪٿان حاصل ڪريان؟“

”هرڪو اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي دوست.“

ڪملا چيو، ”تو هن وقت تائين جيڪا سکيا ورتي آهي، ان جي ذريعي پئسو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪر. غريب ماڻهوءَ وٽ پيو ته ڪو رستو ڪونه هوندو آهي.“

”مون ته سوچيو، صبر ڪرڻ ۽ بک ڪاٽڻ سکيو آهي.“

”وڏيڪ ڪجهه به نه؟“

”نه. البت ها. مون کي شعر ڏاهي اچن ٿا. هڪ شعر جي بدلي هڪ چمي ڏينديئن؟“

”ها. جي شعر مون کي پسند آيو ته.“ سڌارٿ ڪجهه سوچيو ۽ پوءِ هڪ شعر پڙهيو جنهن جو مطلب هنريت هو:

”خوبصورت ڪملا، جنهن جو رنگ ڳورو هو، پنهنجي باغ ۾ هلي وئي،

باغ جي در وٽ جوڳي بيٺو هو، جنهن جو رنگ سانورو هو،

جوڳي ڪنول جي ان گل کي ڏسي پنهنجو ڪنڌ جهڪايو،

ڪملا مرڪي سلام جو جواب ڏنو،

تڏهن جوڳيءَ ارادو ڪيو ته

ديوتائن کي قربانيون پيش ڪرڻ جي بجاءِ، سهڻي ڪملا تان صدقي ٿيندو.“ شعر ٻڌي ڪملا تاڙيون وڄائي واه واه ڪرڻ لڳي.

”سانورا جوڳي، تنهنجو شعر ته لاجواب هو، انهيءَ شعر جي بدلي ۾ منهنجي هڪ چمي، ڪوگهاٽي جو سودو نه آهي.“

ائين چئي ڪملا هن کي اک جو اشارو ڪيو ته ويجهو اچي. سڌارٿ ڪملا جي ويجهو اچي پنهنجو منهن هن جي منهن تي رکيو، پنهنجا چپ هن جي چپن تي رکيائين ته هن ڀيرو سڌارٿ کي احساس ٿيو ته ڪملا پيار جي لذت ڏيڻ جي فن ۾ ڪيڏي پڙ آهي! هن هڪ ٻي چمي، سڌارٿ کي ڪافي ڪجهه سيکاريو، هوءَ نوجوان برهمڻ تي حاوي ٿي وئي. هن کي قبضي ۾ ڪري وري هٽي پري ٿي بيهڻ تي مجبور ڪري ڇڏيائين. تان جو هو سڄو هن جي دام ۾ قابو ٿي ويو. ۽ وري پنهنجو وڙ وڻائڻ لاءِ هن کي ڪجهه وڌيڪ چمين جو موقعو ڏنائين. هر چمي، جي لذت ٻي الڳ هئي. هر ڀيري سواد ٻي نئون.

سڌارٿ حيرت سان اکيون ڦاڙي ڦاڙي سهڪڻ لڳو. هن جي اکين اڳيان هڪ نئون اسرار کلي پيو هو.

”تنهنجا شعر ته سٺا آهن.“ ڪملا چيو. ”پر انهن مان تون ايتري موڙي نه ڪمائي سگهندين جنهن جي ذريعي ڪملا جو دوست بڻجي سگهين.“

”پر ڪملا! تنهنجي چمي، ۾ ته چا سو؟“

”اهوئي ته ڪمال آهي، جنهن جي ذريعي مون وٽ هيتري دولت گڏ ٿي آهي. پر هاڻي تنهنجو ڪهڙو ارادو آهي. ڇا واقعي تو کي سوچڻ، صبر ڪرڻ ۽ بک ڪاٽڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نٿو اچي؟“

”آءٌ پڄن ۽ ڪتائون چاڻان ٿو. پر هاڻي آئون اهي نه ڳائيندس.“

”چڱو پٽ، تو کي لکڻ پڙهڻ اچي ٿو؟“

”ها - يقيناً.“

”ڏاڍو سٺو. تنهنجو اهو لکڻ پڙهڻ ته جادو ڦيٽي جو ڪم ڏيندو.“

ايتري ۾ هڪ نوڪر ڪملا کي ڪن ۾ ڪجهه چيو. نوڪر جي ڳالهه ٻڌي ڪملا سدارت کي چيو: ”منهنجو هڪ ملاقاتي اچي ويو آهي، تون هاڻي هڪدم هتان هليو وڃ، متان تو کي ڪو ڏسي وٺي، وري سڀاڻي ملنداسين.“

ڪملا پنهنجي هڪ نوڪر کي حڪم ڏنو ته سدارت کي هڪ اڇي قميص پائڻ لاءِ ڏئي ڇڏي. نوڪر سدارت کي پٺي دروازي کان هڪ ڪمري ۾ وٺي آيو ۽ اڇي رنگ جي هڪ ڍلي قميص هن کي ڏئي تاڪيد ڪيائين ته باغ جي اندران ٿيندو هليو وڃي جيئن ڪيس ڪو ڏسي نه سگهي.

سدارت لاءِ باغ جا ور وڪڙ ڪائيندڙ پيچرا اڪارڻ ڪا اوکي ڳالهه نه هئي، قميص کي ٻانهن تي لٽڪائي هو پيچرا اڪري شهر ۾ نڪري آيو ۽ اچي هڪ مسافرخاني جي در وٽ بيٺو. پراڻي عادت موجب هن هڪ واٽهڙوءَ کان دان گهريو جو کيس فورا مليو — ڇانورن جي اٽي جو هڪ روٽ! ”اڄ پنان ٿو، سڀاڻي کان پنڻو نه پوندم“ اهو سوچي هن روٽ ورتو مگر اتي ئي هن کي ڪجهه غيرت جو احساس ٿيو:— ”هان! هاڻي آءٌ ڪو جوڳي ته ناهيان، ته پوءِ دان ڇو پنان؟“ هن اها روٽي هڪ ڪتي کي ڏئي ڇڏي ۽ پاڻ بکيو ئي رهيو.

هو سوچڻ لڳو:— هن ريت حياتي گهارڻ تہ ڏاڍي سولي ڳالھہ آهي، جڏهن جو ڳي هئس تڏهن زندگي ڪيڏي نہ ڪٺن، ڪيڏي بيزارڪن ۽ ڪيڏي نہ مايوس ڪندڙ هئي! هاڻي تہ سڀ ڳالھہ سولي پئي لڳي- ايتري ئي سولي، جيترو سولو اهو ڦهريون سبق، جو ڪملا چميءَ جي وسيلي ڏنو! بس هاڻي مون کي ڪپڙا ۽ پئسو ئي تہ گهرجي. اهي شيون حاصل ڪرڻ تہ آسان ڪم آهي. انهن شين جو فڪر ڪو ننڊ تہ نہ ڦٽائيندو آهي.

ٻي ڏينهن هو ڪملا جي شهر واري مڪان تي وڃي ساڻس مليو "سڀ ڳالھہ سولي ٿيندي وڃي" ڪملا هن کي ٻڌايو "ڪام سوامي توسان ماڻ تي راضي ٿي ويو آهي. هو شهر جو سڀ کان وڏيڪ ڏنوان واپاري آهي، جي تون هن کي مطمئن ڪري سگهين تہ هو توکي پاڻ وٽ ملازم ڪري رکندو. سانورا سنياسي، هاڻي هوشياري ڏيکارجان، مون کان پيٽ ماڻهن جي ذريعي هن سان تنهنجي پرپٺ واقفيت ڪرائي ڇڏي آهي، هن کي پنهنجو ڪرڻ جي ڪوشش ڪر، پر گهڻي حضور شرمي بہ نہ ڏيکارجان. آءٌ چاهيان ٿي تہ هن جو نوڪر نہ بلڪ هن جهڙي ئي حيثيت جو مالڪ ٿين، نہ تہ آءٌ توکان ناراض ٿي ويندس. ڪام سوامي هاڻ ٻڍاپي ڏانهن وڌڻ ۽ سست ٿيڻ لڳو آهي، جي تون هن جي دل جيتي ورتي تہ هو توتي گهڻو ويساھہ ڪرڻ لڳندو.

سڌارٿ اهو ٻڌي کلڻ ۽ ڪملا جا ٿورا مڃڻ لڳو. جڏهن ڪملا کي خبر پئي تہ هو ڪالھہ کان بکيو آهي تہ

مانيءَ ميوو ڳهرائي هن کي ڪارايائين. جڏهن هو موڪلائڻ لڳو ته ڪملا چيو:

”ڏاڍو ڀاڳن وارو آهين، ڏس ڪيئن نه هڪ ڀٽيان ڀيو دروازو پاڻ ئي کلندو وڃي. تو ۾ ڪا مٺيا آهي ضرور.“

”مون ڪالهه توکي ٻڌايو هو ته مون وٽ سوچڻ، صبر ڪرڻ ۽ بک پلڻ جو گُر آهي، پر تو انهن کي ڪا اهميت نه ڏني، بهرحال هڪ ڏينهن توکي به خبر پئجي ويندي ته هن مورک سنياسيءَ جهنگ مان گهٽو ئي ڪجهه پرايو آهي. ڏس، ٿيون ڏينهن آءٌ هڪ فقير هوس، ڪالهه مون کي ڪملا جي چمي نصيب ٿي ۽ نيٺ آءٌ جلدي ئي وڏو واپاري بنجي ويندس ۽ مون وٽ ڌن دولت ۽ اهي سڀ سامان هوندا جن کي تون اهميت ڏين ٿي.“

”برابر صحيح ٿو چوين، پر اهو ياد رکجان ته تنهنجي ڪاميابيءَ ۾ منهنجو حصو به ضرور آهي. مون کان سواءِ ڀلا تون هن منزل تي پهچڻ به ها.“

”ڪملا، جاني! توکي پهريون دفعو ڏسندي ئي مون ۾ اها خود اعتمادي پيدا ٿي وئي هئي ته آءٌ توکان دوستي ۽ پيار جو سبق وٺندس ۽ تون ڏينديئن. ۽ جڏهن تو مون کي پهريون سبق ڏنو ته مون ۾ اهو اعتماد پيدا ٿيو ته تون هر قدم تي منهنجي مدد ڪنديئن.“

”۽ جي آئون شروع ۾ ئي توسان سهڪار نه ڪريان ها ته؟“

”۽ تو سهڪار ڪيو ڪملا! ڏس پاڻيءَ ۾ پٿر اڇلائبو

۽ اهو هڪدم پاڻيءَ ۾ جاءِ ڪري وڃي ٿو ونندو، اهڙيءَ طرح جڏهن سڌارٿ ڪو ارادو ڪندو آهي ۽ ڪا منزل مقرر ڪندو آهي ته هن کي ٻيو ڪجهه به نه ڪرڻو پوندو آهي. بلڪ هو صرف سوچيندو آهي، صبر سان انتظار ڪندو آهي ۽ بک تي ضبط ڪندو آهي، ۽ هن لاءِ انهيءَ پٿروانگر رستو پيدا ٿي ويندو آهي. منزل هن کي خود ئي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي آهي، ڇاڪاڻ ته هن جو ڌيان فقط پنهنجي منزل ڏانهن هوندو آهي، مون سنياسن کان، اهوئي ڪجهه ته سکيو آهي. مورک ماڻهو انهيءَ خود اعتمادي ۽ قوت ارادي کي جنن جو جادو سمجهندا آهن. هرڪو سوچڻ، صبر سان انتظار ڪرڻ ۽ بک جهلڻ سان جادوگر ٿي سگهي ٿو."

"ٿي سگهي ٿو ائين ئي هجي،" ڪملا نرمائي سان چيو. "ٿي سگهي ٿو اهو سڀڪجهه تنهنجي شخصيت جي ڪشش جي سبب کان هجي... تنهنجي شخصيت جي جادوءَ تنهنجي تقدير ۽ منهنجي من ۾ تنهنجي محبت جاڳائي هجي."

"شل ائين ئي هجي ... شل تون مون تي هميشه ائين ئي مهربان هجين.... ۽ ان جي نتيجي ۾ قسمت مون تي مهربان هجي."

ائين چئي سڌارٿ ڪملا کان موڪلائي هليو ويو.

## ٢

سڌارٿ ڪامسوامي واپاريءَ سان ملڻ لاءِ هن جي بنگلي

تي پهتو ته نوڪرن کيس وٺي آڻي هڪ ڪمري ۾ ويهاريو
جنهن ۾ وڏا قيمتي غاليچا وڇايا پيا هئا. ٿوري ئي دير ۾
هڪ ٺيار قسم جو ڦڙت ۽ خوش طبع ساڌو ڪمري ۾
داخل ٿيو. پورا وار، حرفت پريون اکيون ۽ چپن تي نفس
پرستيءَ جو رنگ. هي سيٺ ڪامسوامي هو. پنهي هٿڪٺي
سان ڪيڪار ڪئي.

"مون کي معلوم ٿيو آهي ته تون هڪ برهمڻ آهين ۽
نوڪري جو گهرجائو. ڇا واقعي توکي نوڪريءَ جي
ضرورت آهي؟" سيٺ پڇيو.

"نه- مون کي نوڪري جي ضرورت نه آهي نه ڪڏهن
هئي آءٌ سنياسين جو سٿ ڇڏي آيو آهيان."

"جي سنياسي آهين ته پوءِ توکي ڪنهن جي ڪاڻ به
نه هوندي. سنياسين وٽ ته ڪنهن قسم جو مال متاع به نه
هوندو آهي."

"مون وٽ به ڪو مال ملڪيت نه آهي. مون سڀڪجهه
پنهنجي مرضي ۽ خوشيءَ سان تياڳي ڇڏيو آهي."

"ته پوءِ تنهنجو رهڻ سهڻ ڪيئن ٿيندو؟"

"اهو ته مون ڪڏهن سوچيو به نه آهي جناب. ٽن سالن
کان آءٌ هٿين خالي آهيان ۽ رهڻ سهڻ جو مون ڪڏهن
فڪر ئي نه ڪيو آهي."

"ته پوءِ ٻين جي مال تي گذارو ڪيو اٿئي؟"

"واپاري به ته ٻين جي مال تي گذارو ڪندا آهن."

"برابر، پر واپاري شيءِ ڏيندا، ۽ پئسا وصول ڪندا آهن."

”سچي زندگيءَ جو اهو سرشتو آهي. ڪجهه ڏيو آهي، تڏهن ئي ڪجهه ملندو آهي.“

”پر ڏيون ته ڪجهه ڏئي به نٿو سگهين، تووٽ ته ڪجهه آهي ئي ڪونه.“

”جنهن وٽ جيڪي ڪجهه هوندو آهي سوئي ڪنهن کي ڏئي سگهندو آهي. سپاهيءَ وٽ ڏيڻ لاءِ قوت هوندي آهي. واپاريءَ وٽ مال، استاد وٽ سکيا، هاريءَ وٽ اناج ۽ سائيءَ وٽ سچي.“

”چڱو ڀلا ته پوءِ تو وٽ ڇا آهي؟ تو وٽ به ڪا حاملات آهي؟“

”ها- سوچڻ، صبر سان انتظار ڪرڻ ۽ بک- پلڻ جو ڪُر مون وٽ آهي.“

”بس- ؟“

”آئون سمجهان ٿو ته اهو ئي گهڻو ئي ڪجهه آهي.“

”اهي شيون آخر ڪهڙي ڪم جون آهن. مثال بک ڪاٽڻ مان ڇا ٿو حاصل ٿئي؟“

”اها ڏاڍي ڪمائتي خوبي آهي جناب! ڪنهن وٽ ڪڏهن کائڻ لاءِ ڪجهه به نه هجي ته هن لاءِ عقلمندي اها آهي ته بک تي ضابطو ڪري. ڏسو انهيءَ خوبيءَ مون کي ڪيڏو صابر ۽ سانتيڪو بنائي ڇڏيو آهي. آئون بک کي ليکيان ئي ڪونه، ته ته هيستائين جيڪر ڪنهن نه ڪنهن ڪم سان ضرور لڳي وڃان ها.“

”چڱو ترس،“ ڪامسوامي هن کي هڪ ڪاغذ ڪڍي

ڏنو ته پڙهي ٻڌائي.
سڌارٿ اهو سچو پڙهي ٻڌايو.
"واه واه - ۽ چڱو هن خالي ڪاغذ تي ڪجهه لکي ڏيکار." ڪامسواميءَ چيو. ۽ سڌارٿ ان ڪاغذ تي لکيو-
"لکڻ سٺو ڪم، پر سوچ ويچار ڪرڻ اڃا به بهتر. هوشياري سٺي پر صبر اڃا به بهتر."
ڪامسوامي اهي اکر پڙهي ڏاڍو متاثر ٿيو.
"ڏاڍو سٺو ٿو لکين، خير پاڻ اڃا گهڻيون ڳالهيون ڪنداسين، پر اڄ تون منهنجو مهمان ٿيءُ. پوءِ جي ڳالهه پوءِ سان."
سڌارٿ، سيٺ جا ٿورا مڃي هن جي ميزباني قبول ڪئي.
هاڻي هو سيٺ ڪامسواميءَ جي بنگلي ۾ رهڻ لڳو. هن کي عمدا ڪپڙا ۽ بوٽ ڏنا ويا، هو روزانو سنان ڪندو هو. ڏاڍا عمدا عمدا طعام هن کي ڏنا ويندا هئا. مگر هو فقط هڪ ويلو کائيندو هو. تنهن ۾ به گوشت ۽ شراب کي اصل هٿ نه لائيندو هو.
ڪامسوامي هن کي پنهنجو ڪاروبار سمجهائيندو رهيو. هن کي پنهنجي واپاري مال، حساب ڪتاب جي بهي کاتن ۽ گودامن ۽ اڌن کان واقف ڪري ڇڏيائين. سڌارٿ نيون نيون شيون ڏٺيون، نيون نيون ڳالهيون سکيون. هو گهٽ ڳالهائيندو ۽ گهڻو ٻڌندو ۽ ڏسندو هو. ڪملا جي هدايت تي عمل ڪندي هن سيٺ جي اڳيان ڪڏهن به گهٽي نيازمندي ۽ نوڙت نه ڏيکاري بلڪ هن تي اهو اثر وجهندو رهيو ته

هو سيٺ ڪان ڪنهن ڳالهه ۾ گهٽ نه آهي. ڪامسوامي ڏاڍي احتياط ۽ سرگرميءَ سان پنهنجو ڪاروبار هلائيندو هو. پر سڌارٿ انهن ظاهر ڪندو هو ڄڻ اهو سڄو ڪاروبار بس هڪ راندڪان وڌيڪ ٻيو ڪجهه به نه آهي. هن ڪاروبار جا گر سکڻ جي پوري ڪوشش پئي ڪئي. پر انهن ڪان متاثر ۽ مغلوب ٿيڻ جو ڪو اهڃاڻ نٿي ظاهر ڪيائين.

وقت گذريو ته سڌارٿ، سيٺ ڪامسوامي جي ڪاروبار ۾ جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ شريڪ ۽ شامل ٿيندو ويو. هن سيٺ جي بنگلي ۾ رهڻ ڇڏي ڏنو پر اورچائيءَ سان ڪاروبار هلائيندو رهيو.

ڪملا هن کي اڪثر نيند ڏيندي هئي ۽ هو عمدا ڪپڙا ۽ بوٽ پائي هن سان ملڻ ويندو هو. هاڻي ته هن کي سوکڙيون به ڏيڻ لڳو هو. هن جي ڳاڙهن حرفتي چپن ڪان نوان نوان سبق سکندو رهيو، هن جي سپاويڪ ۽ نرم هٿن هن کي اڃا گهڻا انداز سيکاريا. هو جو محبت جي ميدان ۾ نئون ۽ سيکڙاٽ هو. عين جوانيءَ ۾ پيار جي لذت کي ڀرپور انداز ۾ لٽائڻ جو موقعو مليو هئس تنهن ڪملا ڪان اهو به سکيو ته لذت ڏيي آهي تڏهن ئي ماڻبي به آهي، ۽ اهو ته ڪملا جي هرهڪ اشاري ۽ هرهڪ انداز ۾، هرهڪ نگاهه ۾، هن جي جسم جي هرهڪ عضوي ۾، هن جي هٿن جي ڇهاءُ ۾ توڙي جسم جي گهڪي ۾ هڪ راز آهي، جنهن مان فقط اهو ئي لطف حاصل ڪري سگهي ٿو جو انهيءَ هنر جو ڄاڻو هجي. ڪملا ڪان هن اهو به سکيو ته محبت ڪرڻ وارن کي

گهرجي ته هڪ ٻئي کي فتح ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي هٿان فتح ٿيڻ کان سواءِ صبر نه ڪن، ايتري قدر جو هنن کي اهو احساس ئي نه رهي ته هو غلط هليا آهن يا غلط استعمال ڪيا ويا آهن .

سڌارت هن من موهڻي وڻنيا وٽ ڏاڍا پرلطف ڏينهن ۽ ڏاڍيون رنگين راتيون گذاريون – هن جو دوست، هن جو شاگرد ۽ هن جو عاشق بڻجي. ڪملا وٽ ئي ته هن جي زندگيءَ جو صحيح قدر قيمت ۽ صحيح معنيٰ هئي جا ڪامسوامي جي ڪاروبار ۾ ڪٿي هئي!

سيٺ ڪامسواميءَ جو سڌارت ۾ اعتماد وڌندو ويو. هو سڌارت کي اهم دستاويز ڏئي ڇڏيندو هو ۽ هن سان اهم معاملن تي صلاح مشورو ڪندو هو. ڪامسوامي محسوس ڪيو ته سڌارت ڪاروبار جي اهڙن ڪمن جهڙوڪ مال، ان جي جهازن ۾ لهڻ چڙهڻ ۽ ڏيتي ليتيءَ ۾ ڪا خاص سرگرمي نٿو ڏيکاري، پر هن کي اهو به احساس هو ته سڌارت ۾ سياڻ جي ڌاڙ ۾ ڌيرج آهي. رلڻ ملڻ جي ڍنگ جو خاص انداز اٿس سو هن کي هڪ ڪامل واپاري بڻائي يا نه بڻائي هن لاءِ ڪاميابي جا دروازا ضرور کولي ڇڏيندي، هو پنهنجن دوستن کي اڪثر چوندو هو. ”هي برهمڻ زادو قسمت جو ڌڻي آهي، يا ڪو جادوگر آهي يا واقعي سنياسين سان ڪجهه سکيو اٿس، بهرحال ڪاميابيون هميشه هن وٽ پاڻ هلي اچي، حاضر ٿينديون آهن. توڙي تائين واپاري رهي نه رهي پر هڪ ڪامياب زندگي ضرور گذاريندو.

بي غرض وري اهڙو آهي جو نه اگهن جي لاه چاڙهه جي اون رکي نه سيپاڻي جو فڪر ڪري نه نفعي مان گهڻو سرهو ٿئي نه نقصان کان خوف کائي."

دوستن ڪامسواميءَ کي صلاح ڏني ته نفعي جي حساب ۾ حرفت هلائي، ڇو ته ٿورو ڪري ڏنيس ته پاڻهي هوشيار ٿيندو.

ڪام سوامي اهڙو طريقو به آزمائي ڏٺو پر سڌارٿ تي ڪوبه اثر نه پيو. هو بدستور ڪاروباري معاملي ۾ بي غرض رهيو. هڪ دفعي هو جنس جي خريداري لاءِ هڪ ويجهي ڳوٺ ۾ ويو اتي معلوم ٿيس ته ڪڙمين زبان نه رکي ۽ فصل ڪنهن ٻئي واپاري وٽ وڪڻي ڇڏيا اٿون. سڌارٿ ذرو به فڪرمند يا ناراض ڪونه ٿيو بلڪ ڳوٺ ۾ ٿي رهي پيو. ڪڙمين ڪسبين سان گڏجي وندر ورونهن جو اهتمام ڪيائين، ڳوٺ جي ٻارن کي خرچيون ڏنائين، هنن جي ڪاڄ ۾ شريڪ ٿيو ۽ ڏاڍيءَ دلجاءِ سان موٽي اچي ويٺو رهيو. ڪامسوامي هن سان تڪرار ڪرڻ لڳو ته هن اطمينان سان جواب ڏنو.

"نقصان ٿيو ته ڇا ٿيو، بلڪ مون ته ڳوٺ ۾ ڏاڍا مزا ڪيا. ڳوٺاڻن سان محفلون ڪيم. هنن جي ٻارن کي ڪڇ ۾ ويهاري پيار ڪيم. هنن جا ڪيت گهمي ڏٺم جهڙوڪر واپاري نه پر ڪو سيلاني هوس."

"پر تون واپاري به آهين، رڳو دل جي خوشيءَ ڪاڻ ته نه پيو سفر ڪرين؟"

”بيشڪ دل جي خوشيءَ لاءِ پيو ڪم ڪريان.“
سڌارت ڪلندي جواب ڏنو. ”مون سدائين پنهنجي دل جي خوشيءَ کي نظر ۾ رکي ڪم ڪيو آهي. ماڻهن کي ڏکوئڻ جي بجاءِ هنن کي آٿت ڏنا اٿم. مون هنن کان گهڻو نفعو نه پرايو آهي ته هنن کي پنهنجو دوست ضرور بنايو اٿم. جيڪڏهن ساڳي ڳوٺ ۾ ويندس ته هو مون کي جيءَ ۾ جاءِ ڏيندا. سيٺ صاحب تڪرار ڪري ڇڏي ڏي، جڏهن به سمجهين ته مون مان توکي ڪو نقصان پيو رسي ته فقط مون کي هڪ اکر چئجان، ۽ آءٌ پنهنجي واٽ هليو ويندس تيستائين بهتر آهي ته دوست ٿي گذاريون.“
ڪامسوامي هن کي پنهنجو احسان جتائڻ جي ڪوشش ڪندو هو ته به سڌارت ڪو اثر نه وٺندو هو. ڇاڪاڻ: سڀڪو پنهنجو مقدر ٿو کائي.
سيٺ صاحب چاهيندو هو ته هو قرضدارن سان سختي ڪري، وهنوار ۾ ڪوتاهي ڪرڻ وارن کي سيکتون ڏئي، ڪو ڪم بگڙڻ لڳي ته ڏاڍو فڪرمند ٿي ان کي ڏاهڻ جي ڪري، پر سڌارت سختي ۽ سيکت جي اصل نالي کان ئي چڙندو هو. ڇي اهڙو فڪر ئي ڇو ڌارجي جو ننڊ ڦٽي!
ڪامسوامي کي اهو زعم ته هو سڀڪجهه ڪائنس ئي سکيو آهي، ته سڌارت جو اهو جواب ته.... ”سيٺ صاحب چرچا نه ڪر تو مون کي وڙن جا اگهه ۽ وياج جي شرح سيکاري آهي سا ته ڪا سکيائي نه ڇٽبي. فڪر ۽ احساس ته مون کي تو نه سيکاريو آهي جو اصل جوهر آهي. اهو

جوهر ڏون پاڻ مون ڪان سکي ڇڏ ته بهتر."
سڏارٿ کي پئسي جو لوڀ هو ته فقط ايترو جنهن سان ڪملا جي دوستي نباهي سگهي، سو ان ڪان وڌيڪ هوندن ڏي جڙندو هوس. هن کي عام ماڻهن سان محبت ۽ همدردي ته هئي پر هنن تي رحم به ايندو هوس. هو سوچيندو هو — عجيب ويچارا آهن، هي ماڻهو، معمولي معمولي شين لاءِ پنهنجو رت ست سڪائين ٿا. جاڪوڙون ڪن ٿا. پاڻ پٽوڙين ٿا، وڙهن جهڙن ٿا، سور پرائين ٿا ۽ پوءِ پوڙها ٿيو نيٺ پورا ٿيو وڃن. فقط هڪ معمولي شيءِ يعني پئسي خاطر.!!
هو جنهن سان ملندو هو تنهن کي جيءُ ۾ جاءِ ڏيندو هو. ڪو شاهوڪار واپاري ملي ته ڇا جي ڪو ڏتڙيل ملي ته ڇا، هو سيني جو دل سان آڌرڀاءُ ڪندو هو، ۽ خاطر تواضع ڪندو هو. اڻين پانت پانت جي ماڻهن سان لهه وچڙ ۾ ايندي به هن ڪيتريون حقيقتون سکيون. هن ڇڱن کي ڏسي ڇڏيو ته برن کي به اڻين ڪڏهن هو خيال ۽ فڪر ۾ عام ماڻهن جهڙو ٿي ويندو هو.
ڪڏهن ڪڏهن اندر مان ڪو آواز اٿندو هوس جو کيس خبردار ڪندو هويا ٽوڪيندو هو، پر اهو آواز هن کي ورلي ئي چٽو پڌرُ ۾ ايندو هو.
پوءِ هن کي احساس ٿيڻ لڳو ته هو هڪ عجيب طرح جي زندگي گذاري رهيو آهي، هو جيڪي ڪجهه ڪري رهيو آهي سا محض هڪ راند آهي. جوا آهي. ۽ هو زندگي جي حقيقت ڪان گهڻو پري پوندو ٿو وڃي. هو جا راند

ڪيڏي رهيو آهي تنهنجو پيا ماڻهو تہ تماشو ڪن ٿا ۽
لطف وٺن ٿا پر هو پاڻ زندگي جي صحيح لطف ڪان گهڻو
پري آهي. هن جي خودي، هن جي ذات هن ڪان ڇڄي ڌار
ٿي ڪنهن ڏوراهين هنڌ تي پئي پٽڪي. هن جي ذات، موجوده
زندگيءَ ۾ هن جي شريڪ نہ آهي. ڪڏهن هو اهڙن خيالن
ڪان خوف ڪائي شديد خواهش ڌاريندو هو تہ ڪاش پنهنجو
پاڻ کي سڄو سارو موجوده زندگيءَ ۽ حالات ۽ عملن ملائي
جيڪر هڪ ڪري ڇڏي، ماڻهن سان ماڻهن جهڙو ٿي وڃي،
اندر ۾ بہ ۽ ظاهر ۾ بہ.

بس هن کي ٿورو ڪي گهڻو مان يا آسيس ملندي هئي
تہ فقط ڪملا وٽان. ڪچهريءَ جو روح رهاڻ جو، سهڪار
جو، وهنوار جو ٿوري محبت جي صحبت جو لطف هن کي
فقط ڪملا وٽان ئي ملندو هو. ڪملا ئي هڪ اهڙي هستي
هئي جنهن کي هو چاهيندو بہ هو ۽ جنهن جو احترام ۽
قدر بہ ڪندو هو، جنهن کي ڪڏهن ڪڏهن هو پنهنجو
مٽ ۽ جوڙ بہ سمجهندو هو. ڪملا کي هو پناه جي جاءِ
سمجهندو هو.

هن هڪ پيري ڪملا کي چيو:

”ڪملا تنهنجي اندر ۾ آشرم آهي جنهن ۾ پناهہ وٺي
سگهجي ٿي. رڳو هوشياري ۽ چالاڪي ئي سڀڪجهہ نہ آهي.
ڪام سوامي هوشيار ۽ چالاڪ آهي پر هن جي اندر ۾ اها
پناه جي جاءِ نہ آهي. ۽ ڪن ماڻهن جي اندر ۾ اهڙا آشرم
هوندا آهن تہ وري هنن ۾ اهو اعليٰ ظرف نہ هوندو آهي جو

انهن مان آسيس وٺن. ڪي ماڻهو هن جڳ ۾ وڻ مان ٽنل
پنن وانگر هوندا آهن جي هوائن جي دوش تي ڀٽڪندا، وٽ
سٽ کائيندا لڙهندا نيٺ مٽيءَ ۾ ملي ويندا آهن. ۽ ڪي
وري تارن مثل هوندا آهن جي فقط مقرر واٽن تي هلندا آهن.
هوائون هنن تائين نه پهچي سگهنديون آهن.

هو پاڻ ئي راهو هوندا آهن ۽ پاڻ ئي رهبر. مون فقط
هڪ اهڙو انسان ڏٺو جو هر لحاظ کان هڪ ڪامل انسان
هو، ۽ اهو هو مهاتما گوتم ٻڌ. آءٌ هن کي ڪڏهن وساري
نه سگهندس. هزارين ماڻهو هن جا مريد آهن، پر ڪملا....
اهي سڀ پڻ انهن ڇڻيل پنن جي مثل آهن، ڇاڪاڻ ته هو
پنهنجو پاڻ کان رهنمائي نٿا حاصل ڪن پر انهيءَ مهاتما
ٻڌ جا محتاج آهن."

"تون ته وري نه جوڳين واريون ڳالهيون پيو ڪرين"
ڪملا مرڪندي چيو.

سدارٿ اهو ٻڌي خاموش ٿي ويو.

۽ هو وري محبت جي کيل جو داءُ پيچ ۾ مشغول
ٿي ويا. وري نه اهي نت نوان نوان انداز، نت نيون رمزون،
ڪملا جي بدن جي ڪمان ۽ سدارٿ جي هن کان ئي سکيل
تيراندازي، اها ئي فتح، اهائي مات، اهوئي ڇڪجڻ، اهوئي
پسپا ٿيڻ، اها ئي مهارت ۽ لطف جي انتها، تان جو سدارٿ
نڍال ٿي بستري تي پئجي رهيو. ڪملا هن جي مٿان جهڪي،
هن جي ٽڪل اکين ۾ اکيون کپائي البيلائي سان چيو.
"سدارٿ تو منهنجو فن سکڻ ۾ ڪمال ڪري ڇڏيو

آهي، تو ۾ ٻين کان وڌيڪ ٻل ۽ آهي ۽ خواهش ته ڪن ڏينهن بعد پنهنجين هنن صحبتن جو نيٺ نتيجو نه نڪرندو ۽ آءُ تنهنجي پيار جي ماءُ بڻجي وينديس . پر ايترو سمجهان ٿي ته تون وري به جوڳي ٿي ويٺين، تون ڪنهن سان به توڙ نباهڻ وارو نه آهين. تون مون سان به توڙ نه نباهيندين.“

”ٿي سگهي ٿو،“ سدارت جواب ڏنو. ”پر محبت جي معاملي ۾ توڙ نباهڻ واري تون به نه آهين نه ته جيڪر محبت کي فن يا ڪسب ڪري نه ورتائين ها. شايد پاڻ جهڙا مخصوص ماڻهو محبت نه ورتائي سگهندا آهن. محبت عام ماڻهو ڪندا آهن، اهوئي هن جو ڀيد آهي—!“

## ٣

ڪيترو عرصو ته سدارت زندگي ائين گذاري جو دنيادار هوندي به دنيا کان بي نياز رهيو، جيتوڻيڪ هن پنهنجي اندر جا اهي جذبا، خواهشون ۽ سڌون سجاڳ ڪرڻ جي به گهڻو گهڻو ڪوشش ڪئي جن کي سنياس ڌارڻ جي دور ۾ دٻائي ڇڏيو هئائين. ڌن دولت، نفساني خواهش جو سامان ۽ اختيار هوندي به هو ڪيترو عرصو اندر ۾ جوڳي ٿي رهيو، ماڻهن ۾ رلڻ ملڻ جي باوجود ماڻهن کان ويڳاڻو رهيو، ڪملا جا ڏاڍي زيرڪ ۽ ذهين هئي، سا هن جي انهيءَ حقيقت کي سهي ڪري وئي هئي، تڏهن ٿي شايد هن سدارت کي اهي اکر چيا هئا.

ڏينهن گذرندا رهيا. حال، ماضي ۾ منتقل ٿيندو رهيو پر سدارٿ وقت جي انهيءَ سفر ۽ رفتار تي به ڪو ڌيان نه ڏنو. هن وٽ ڌن هو. پنهنجو، ذاتي مڪان هو،نوڪر چاڪر هئا، هن جا اڪيچار دوست هئا، ڪي هن ڪان قرض ۽ ڪي صلاحون وٺڻ ايندا هئا، پر انهن مڙني شين ۾ هن جي دل وري به پيچي نه پئي سگهي.

هاڻي سمجهو ته هڪ طرف هيءَ زندگي ۽ ان جا رنگ ڍنگ هن کي پاڻ ۾ جذب نه پيا ڪن ته ٻي طرف هن سنياس ڌاري جيڪي ڪجهه پرايو سو به هن کان وسرندو پيو وڃي. موجوده ماندائڻ به هن کي پوري طرح نه پيو موهي ته ٻي طرف اهو اصل منڊي، جو ڪڏهن هن کي ويجهو اچي پهتو هو ۽ جنهن جا گيت هن جي ڪنن ۾ واجٽ وڄندا هئا. سو الاهي نور هن کي هاڻي جهڪو پيو ڏسڻ ۾ اچي ۽ اهو ساز هن کي پٽڪي کان وڌيڪ نه پيو ٻڌجهي. پر ڪڏهن به هن جي روح جي گهرائيءَ ۾ اهي وٺون موجود آهن جي هن برهمڻن جي صحبت مان، ويراڳين جي سٽ مان، مهاتما گوتم ٻڌ جي اپديشن مان ۽ پنهنجي ازلي اندر مان پرايون هيون. جيئن ڪنهن ڪنڀار جو چڪ تڪو ڦري ڦري نيٺ رڪجڻ ۽ ڌيري ڌيري ڦرڻ لڳندو آهي، تيئن سدارٿ جي روح ۾ به فڪر ۽ احساس جو چڪر هاڻي ڍرو هو. پر ڪنڀار جو چڪ نيٺ بيهي به ويندو آهي. هن جي اندر جي چڪر بيهڻ جي به نه پئي ڪئي. ۽ هيڏانهن مايا جو چڪر به هن جي انداز ۾ ڦيرا پيو ڏئي، ڪڏهن بيهڻ جي ڪريو

وري تيز ٿو ڦري، سڌارت ڏسو ته ڪڏهن هن چڪ ڪي پيو ڦيرائي ته ڪڏهن هن ڪي.

انهن چڪرن هن ڪي نت نئون ادراڪ ڏنو، نت نوان پيدا هن جي اکيان ظاهر ٿي پيا.

هو دنيا داريءَ جا سيئي رنگ ڍنگ پوري طرح سکي پڙ ٿي ويو هو. هاڻي ته هو گوشت کائڻ، شراب پيئڻ ۽ جوا کيڏڻ ۾ به استاد ٿي ويو هو. رهڻ سهڻ جا سڀ دنياوي طريقا چاڻي چڪو هو. پر ماڻهن ۾ چڱن ٿوڙي برن ماڻهن ۾ هيترو رلڻ ملڻ جي باوجود هو اڪثر پاڻ کي هنن کان الڳ محسوس ڪندو هو. الڳ، مگر سيني کان مٿانهون ۽ معزز. اهو به هڪ بزرگائو تڪبر هو. هوسيني سان محبت ۽ همدردي ڪندي به پاڻ کي سرس سمجهندو هو.

پر نيٺ اهو فخر به گهٽي حد تائين گهٽجي ويو. وري هڪ نئون ڦيرو-!!!

هن ۾ عام ماڻهن واريون ڪيتريون ئي خاصيتون پيدا ٿي پيون. عام ماڻهن وانگر دنياداريءَ جي ڪمن بابت فڪرمند رهڻ ۽ دنياداريءَ جي ڪمن ۾ پارن واريون حرڪتون ڪرڻ لڳو. وري ڦيرو به اهڙو جوجيئن جيئن رواجي ماڻهن جهڙو ٿيندو وڃي، تيئن تيئن هنن سان حسد پڻ وڌندو وڃيس! اهو ان ڪري جو هيتري حياتي خود فراموشي ۽ خودفنائي ۾ گذارڻ بعد اهو احساس وچائي ويٺو هو ته زندگيءَ کي ڪا اهميت آهي، جڏهن ته عام ماڻهو زندگيءَ کي اهميت ڏيندڙ ۽ انهيءَ اهميت پٺاندڙ ئي روز مره جا عمل ڪندڙ هئا.

سدارت جي دل ۾ اير کا پيدا ٿي ته اها، ته هن جي ذهن
۾ زندگي جي اهميت جو احساس ڇو نٿو زور وٺي جو هو
به دنياداري جي ڪمن ۾ پوري ۽ سچي خوشي محسوس
ڪري. عام ماڻهو خوشيءَ توڙي غم جو لطف وٺن ٿا،
دنيا سان، محبت ڪن ٿا ۽ دنيا جي محبت جو مزو ماڻين
ٿا. هنن کي پنهنجي ذات سان محبت آهي، پنهنجن ٻارن سان
پيار آهي، پنهنجي ناموس ۽ ڌن سان دل اٿن، پنهنجين سٽائن
۽ اميدن سان چاهه اٿن، هنن جون اهي معصوماڻيون خوشيون
۽ معصوميائيون مور ڪپايون آڌون ڇو نه سکي سگهيس؟

"مون تڪجي پوڻ سکيو آهي، بيزار ٿي پوڻ سکيو
آهي پر هي ڇا آهي جو منهنجو ڪلڻ انهن ماڻهن جي ڪاڻ
کان مختلف آهي؟ منهنجي ڇهري تان هي بزرگائي گنڀيرتا
ڇو نٿي غائب ٿي وڃي؟ ڌن جي محبت ته منهنجي روح کي
بيمار ڪري ڇڏيو آهي." اها بيزاري ۽ بيماري، جيئن پوءِ
تيئن هن جي سچي شخصيت تي گهري ٿيندي وئي. جيئن
ڪو ڪپڙو نيث پراڻو ٿي رنگ ڇڏڻ لڳندو آهي ۽ ڪمزور
ٿي ويندو آهي تيئن هن جي سچي شخصيت به هٽڻ لڳي. هن
جو ڇڻ جادو تنڻ لڳو. هاڻي هن کي ڪراهت محسوس ٿيڻ
لڳي. جيئن جيئن اندر آتما جو آواز جهڪو پوڻ لڳو تيئن
تيئن هن کي روح ۾ بيزاري ۽ ڪراهت گهر ڪندي محسوس
ٿي. وري ڏسو ته سدارت ڌن دولت مال ملڪيت جي موه
۾ به جڪڙيو وڃي. مال ملڪيت جو سامان هاڻي ڪو هن
لاءِ محض هڪ رانديڪن جوڙيو يا محض هڪ جوا ٿوروئي

هئي! هاڻي هو جوا کيڏندو هو ته محض وندر ڪاڻ نه بلڪ ناڻو
ميڙڻ لاءِ. ڏاڍي انساه توڙي احتياط سان. هو ڀين لاءِ ڏاڍو
ڏکيو ۽ خطرناڪ ڪيڏاري ٿي پيو. پر رڳو ناڻو ڪمائي گڏ
ڪرڻ لاءِ نه، بلڪ اهو ڏيکارڻ لاءِ ته دولت ڪي اهو ليکي
ڏي ڪونه ٿو. ڇي دولت سان نفرت ڪرڻ ۽ ان جو مذاق
اڏائڻ جو انهيءَ کان وڌيڪ ڀيو ڪهڙو انداز ٿو ٿي سگهي ته
ان کي جوا ۾ کٽي پوءِ خرچي ڪپائي اڏائي ڇڏجي—!
دولت سان انهيءَ ريت نفرت ڪندي هو پاڻ سان ٿي
نفرت ڪرڻ لڳندو هو، پاڻ تان ڏي ڪلون ڪرڻ لڳندو هو.
سو هو وڏيون وڏيون شرطون وڏا وڏا داءُ کٽندو هو، وري
هارائيندو هو ۽ وري کٽيندو هو. ۽ انهيءَ هار کٽ جي وچ
۾ جا تجسس، انتظار ۽ فڪر جي وٺي هوندي هئي تنهن جو
لطف ماڻيندو هو. انهيءَ لطف ٿي جاهن جي ڏاٺ هري ته
هو عام واپارين وانگر وڏا نفعا ڪمائڻ، قرضدارن کي زيربار
ڪرڻ ۽ ڪاروبار کي تيز ڪرڻ لڳو. هاڻي ڏسو ته ڪيڏانهن
وڃي فقيرن سان همدردي ۽ چاجو غريبن کي سوکڙيون ۽
سوغاتون ڏيڻ. چاجو حاجتمندن کي امدادون ڏيڻ. هاڻي ته
رات جو به روپين جا خواب ڏسندو هو، ۽ جڏهن صبح جو
اٿي آرسيءَ ۾ پنهنجي چهري تي نظر ڪندو هو ته اتي هڪ
ٿڪل ۽ وياڪل صورت ڏسڻ ۾ ايندي هئس، جنهن تان
ڪروڙ ۾ پرجي هووري وڃي وڏي جوا جي منڊليءَ ۾ ويهندو
هو— ڦڪائي ۽ ڪراهت کي وندرائڻ لاءِ. ۽ وري اڳي
کان وڌيڪ ڪراهت ۽ وياڪلتا پرائي ايندو هو.

عرصي تائين هو جوا جي ميدان ۾ انهيءَ عجيب ۽ چڪردار واٽ تي ڀٽڪندو رهيو جنهن جو رخ هميشه هيٺائينءَ ڏانهن هوندو آهي.

هڪ رات هن کي هڪ گذريل ڳالهه ياد آئي........ ڪملا جي انهيءَ ساٿي ستابي ڪنج جي هڪ وڻ هيٺان هن پنهنجي روح رهاڻ پئي ڪئي. ڪملا ڏاڍي سنجيده ٿي وئي آهي. هو ڳالهائي پئي جهڙي ڪر ٿڪل ۽ وياڪل. هوءَ سڌارٿ کي وري وري پئي چئي ته انهيءَ ڌرماتما، گوتم ٻڌ بابت اڃا ڪجهه وڌيڪ ٻڌاءِ. اڃا ٻڌاءِ هن جي روشن اکين، سپاويڪ چپن ۽ سانتيڪي گفتگو ۽ مريادا وارن مهانڀن بابت ڳالهه اڃا چٽي نه ٿي آهي، وري بيان ڪر، وري بيان ڪر! سڌارٿ هن کي مهاتما جي شخصيت بابت طويل تفصيل ٻڌائي ٿو ته هوءَ ٿڌو ساهه کڻي چوي ٿي. ”هڪ ڏينهن، ۽ شايد جلدئي، آءٌ به مهاتما ٻڌ جي مريد ٿي وينديس. آءٌ پنهنجو هي آنند باغ هن جي ڀڪشوئن کي ڀيٽ ڪري سندس عقيدي ۾ وڃي پناهه وٺنديس.“ ۽ پوءِ پيار وندڻ وقت هن کي ڪملا جي چهري تي ڪي اهڙيون ليڪون پهريون ڀيرو صاف ڏسڻ ۾ آيون جن هن کي اهو چتاءُ ڏئي ڇڏيو ته ڪملا جي عمر هاڻي پوڻتي پوڻ واري آهي. هو پاڻ به جيتوڻيڪ چاليهن جي پيٽي ۾ هو ۽ اڪثر آرسيءَ ۾ پنهنجن وارن ۾ چانديءَ جون تارون ڏسندو هو. پر هن مهل ته ڪملا جي چهري تي هڪ لڪل ۽ غير محسوس خوف جي ڇانيا هئي، زندگيءَ جي خزان، ٻڍاپي ۽ موت جي خوف جي

هو ڏاڍي ڳري دل کڻي ڪملا کان موڪلائي موٽي آيو ۽ پنهنجي گهر اچي دير تائين شراب ۽ ناچڻين سان دل وندرائي جڏهن آڌيءَ کان پوءِ بستري تي ليٽيو ته نراسائي جي شدت کان روئي ڏنائين!

صبح تائين گهڻي ڪوشش جي باوجود هن کي ننڊ نه آئي، پر سج ايرڻ کان اڳ هن جي اک لڳي وئي ته هن هڪ خواب ڏٺو ـــ ته ڪملا وٽ جو هڪ سونو پڃرو هو جنهن ۾ هن هڪ اڇي رنگ جو پکي پالي رکيو هو، ۽ جو صبح جي وقت ڏاڍا مٺا گيت ۽ مٺڙيون ٻوليون ٻڌائيندو هو، سو پڃري ۾ بي سرت پيو آهي. هن اڳتي وڌي جاچي ڏٺو ته پکي مئل هو. هن پڃرو کولي پکيءَ کي پڃري کان ٻاهر ڪڍيو، ڪجهه وقت ان کي ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ان کي ٻاهر رستي تي ڦٽو ڪري ڇڏيائين ۽ ـ اتي هن جي دل ۾ ڌهڪاءُ پيدا ٿيو، هن کي صاف محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ ته انهيءَ مئل پکيءَ سان گڏ هن پنهنجي اندر جي سموري نيڪي ۽ سموري مٺيا به ڪڍي ڦٽي ڪري ڇڏي آهي.

هي خواب مان جاڳيو ته هن جي دل غم جي بار کان ڳري هئي. هو سڄ پچ اڄڻ ڪنهن گهري ننڊ مان سجاڳ ٿيو. سوچڻ لڳو ـــ مون ته سڄي زندگي مورڪن وانگر اجائي گذاري ڇڏي! مون کي ته ڪجهه به پلئه نه پيو ـــ نه ڪي هنر حاصل ٿيو. ڪنهن به ڪارائتي شيءِ کان منهنجا هٿ ته خالي آهن. آءٌ ته هڪ ويران ڪناري تي انهيءَ مسافر وانگر بيٺو آهيان جنهن جو سڀڪجهه درياءَ ۾ غرق ٿي

چڪو هجي_!

دل تي غم جا پهاڙ کڻي هـو پنهنجي هڪ باغيچي ۾ هليو ويو، ۽ ان جو ڦاٽڪ بند ڪري هڪ انب جـي وڻ هيٺان ويهي رهيو. دل تي موت جهڙو خوف ڇانئجي ويس. ائين ويٺي به هن ڀانيو پئي ته روح هن جي جسم کان موڪلائڻ وارو آهي. پنهنجو سمورو ماضي هن جي ذهن جي پردي تي وري آيو آهي_ ڪڏهن خوشي به ڏني اٿس؟ ها ڪيئي ڀيرا ٻالڪپڻ ۾ جڏهن برهمڻ منهنجي ساراهه ڪندا هئا، جڏهن بحث مباحثي ۾ يا پوتر ڪتابن جـو پاٺ ڪندي آءٌ ٻين همجولين کان گوءِ کڻي ويندو هوس، ٿوري بزرگن کي به بحث ۾ ماري ويندو هوس ۽ جڏهن اندر مان ھي پيغام ٻڌندو هوس ته ”توکي هڪ خاص واٽ وٺڻي آهي، ديوتا تنهنجي انتظار ۾ آهن“ ۽ پوءِ جڏهن معرفت جـي واٽ تي اچ ۽ اڪير سان اڳتي وڌندو ٿي ويس ۽ هر دفعي اهو اشارو پئي مليم ته ”اچا اڳتي اچا اڳتي، تنهنجي واٽ نرالي آهي.“ تڏهن به سرهائي ماڻيندو هوس، ۽ پوءِ به جڏهن سنياسين جي سٿ ۾ شريڪ ٿيس ۽ پوءِ وري مهان ڌرماتما جـو ديدار ڪيم، تڏهن به اهو آواز منهنجو ساٿي هـو پر جڏهن کان انهيءَ مهان هستيءَ کان وڇڙيو آهيان وري ڪيتري عرصي کان اهو آواز نه ٻڌو اٿم. ۽ هن وقت تائين ڪيتري اوچائيءَ تي پهتو آهيان. منهنجي راهه ۾ ته سچي ٿي سچ لڳي پئي آهي وري ڪيترا سال انهيءَ ڀرپور اڃ اسان کان سواءِ، بي مقصد ڀٽڪندي بنا ڪنهن ڀرپور خوشيءَ جي گذري ويا!

معمولي عياشين تي پاڙي ويهي رهيس پرسچي روحاني خوشي
ڪٿي ماڻيم؟ اڪيون پوري عام ماڻهن جهڙيون خوشيون
ميڙڻ لاءِ سالن جا سال جاکوڙون ڪيم پر انهن عام ماڻهن
کان به وڏيڪ دک ميڙيم. عام ماڻهن جا مقصد ۽ ارادا پيا
۽ منهنجا پيا. هنن جا غم ۽ فڪر پنهنجا ۽ منهنجا غم ۽ فڪر
پنهنجا. منهنجي وات جدا هنن جي وات جدا. ۽ رهي ڪملا.
ڇا هوءَ اڃا به مون کي اوترو ئي چاهي ٿي؟ اڃا به منهنجي
اوتري ئي گهرج اٿس؟ ۽ ڇا مون کي به اڃا هن جي
اوتري گهرج آهي؟ ڇا اسان هڪ ٻئي مقصد ۽ اڻ کٽ
راند نه پئي کيڏي؟ ته ڇا اهو سمورو کيل اڃا جاري رکڻ
گهرجي؟ زندگي انهيءَ کيل لاءِ وقف ڪري ڇڏجي؟ نه،
انهيءَ راندڪي ئي سنسارچوندا آهن. اها راندڪجهه وقت لاءِ
کيڏي سگهجي ٿي، سدائين لاءِ نه — هو سمجهي ويو ته
راند هاڻي ختم آهي. ۽ هاڻي هو ان کي وڌيڪ جاري نه
رکي سگهندو. هن کي اندر ۾ ڪا شيءِ دم ٽوڙيندي محسوس
ٿي ۽ هو ڏڪي ويو — ! هو سچو ڏينهن انهيءَ انب جي وڻ
هيٺان ويٺو سوچ ۽ يادن جي عميق ۾ ٻڏندو ۽ اڀرندو رهيو —
مون پنهنجي پيءُ کي، گووند ۽ پڻ مهاتما ٻڌ کي انهيءَ
ڪري ته نه ڇڏيو هو ته هتي اچي ڪامسوامي بنجي ويهي
رهان — ! هتي مون کي مليو ڇا آهي؟ هي باغ، ۽ هي انبن
جو وڻ. بس! ڪهڙي نه احمقاڻي ڳالهه آهي! هن کي هڪ
ٻي شيءِ به اندر ۾ مرندي محسوس ٿي! هو اٿي کڙو ٿيو.
صبح کان پوءِ ڪجهه نه کاڌو پيتو هئائين ته بک جا چڪ
چڪڻ لڳس، تڏهن پنهنجو گهر، پنهنجو نرم گرم بسترو ۽

طرح طرح جي ڪاٺن سان سجايل ميز ياد آيس، مگر- هن پنهنجو روح پلي ورتو.

ساڳي رات هن انهيءَ سچي سامان ۽ انهيءَ شهر کي الوداع ڪيو ۽ هڪ طرف اٿي هليو. ۽ وري انهيءَ شهر ڏانهن ڪڏهن به نه موٽيو.

ڪامسوامي هن جي ڳولا ڪرائي پر عبث. البت ڪملا هن جي ذري به پڇا نه ڪئي. هن ڄاتو ٿي ته هو آخرڪار فقير منش آهي سو سدائين هتي نه رهندو. جڏهن هن سڌارت جي غائب ٿيڻ جي خبر ٻڌي ته اهو سونو پڃرو کولي انهيءَ اڇي رنگ جي پکيءَ کي ڪيڏي اڏائي ڇڏيائين. ڪيترو وقت انهيءَ پکيءَ کي آسمان ڏانهن اڏرندو ڏسندي رهي. پوءِ هن پنهنجي بنگلي جا دروازا بند ڪري ڇڏيا ۽ ملاقاتين سان ملڻ ڇڏي ڏنائين.

ڪجهه عرصي کان پوءِ هن کي معلوم ٿيو ته هوءَ سڌارت جي ٻار جي ماءُ بنجڻ واري آهي.

## ۴

انهيءَ شهر کان گهڻو پري، سڌارت هڪ ٻيلي ۾ ٻڪندو هڪ طرف وڌندو ويو. ان وقت هن جي ذهن ۾ فقط هي خيال پختو هو ته هن انهي شهر ۾ جا زندگي سالن تائين گذاري، جنهن مان هن کي آخرڪار فقط ڪراهت ۽ ۽ اڪرائي جو سواد مليو، سا هاڻي گذري چڪي. راڳيندڙ

ٻڪي جنهن ڪي هن خواب ۾ ڀيڄري اندر مثل ڏٺو، سو حقيقت ۾ سندس دل جي اندر ۾ ٻورو ٿي ويو، سنسار جو موهه هن جي روح ۾ واسو ڪري ويو هو. جنهن جي نتيجي ۾ هن جي سڄي وجود ۾ مانڌڪائي، درگتي توڙي موت جو واسو هو ٻيو ڪجهه نه هو. دنيا وٽ انهيءَ ڪان سواءِ ٻيو آهي ئي ڇا جو هاڻي هن کي موهي سگهي يا هن کي آٿت ڏئي سگهي!

هاڻي هن جي دل ۾ مرڻ جي شديد آرزو جاڳي— من ڪنوڻ مون تي ڪري پوي. من ڪو شينهن اچي مون کي چيري ڦاڙي ڪائي ڇڏي. ڪو اهڙو زهر ملي وڃي جو ٻي ڇڏيان ۽ هر شيءِ کان غافل ۽ بي نياز ٿي وڃان ۽ وري ڪڏهن سڄاڳ نه ٿيان ـ! ڪهڙي غلاظت ڇڏي اٿم جنهن سان پنهنجي وجود کي گدلو نه ڪيو اٿم؟ ڪهڙي مور ڪپائي ۽ گناهه هوندو جو مون نه ڪيو هوندو؟ ڪهڙو داغ آهي جو پنهنجي روح تي نه لاتو اٿم؟ سڀني ٻيڇڙاين جو ذميوار آءٌ پاڻ ئي ته آهيان. ته پوءِ باقي زنده رهي ڇا ڪريان؟ بس ساهه کڻڻ، کائڻ پيئڻ، وري بک لڳڻ وري کائڻ، سمهڻ ۽ جاڳڻ کان؟ اهو سلسلو ڪيڏو نه بيزار ڪندڙ آهي؟

سڌارٿ هلندو هلندو نيٺ انهيءَ ساڳي نديءَ جي ڪپ تي اچي پهتو جنهن سان هن کي هڪ ٻيڙي واري پيار اڪاريو هو جڏهن هو مهاتما ٻڌ سان ملي آيل هو. نديءَ جي ڪپ تي اچي هو بيهي رهيو. هاڻي اڳتي وڃي ڇا ڪريان؟ ڇاجي ڪارڻ اڳتي وڃان؟ هاڻي ته زندگيءَ جو

فقط اهوئي مقصد رهجي ويو آهي تہ زندگي ختم ٿي وڃي!

نديءَ جي ڪپ تي هڪ ناريل جو وڻ هو. سڌارت ان وڻ جي پير ۾ ويهي پنهنجي هڪ ٻانهن ان جي ٿڙ ۾ ورائي، جهڪي پاڻيءَ ۾ گهورڻ لڳو. پاڻيءَ ۾ نهاريندي نهاريندي هن نديءَ ۾ ٽپو ڏئي پنهنجو انت آڻڻ جو پڪو ارادو ڪري ڇڏيو.

منهنجي گندي وجود کي ختم ٿيڻ ئي گهرجي. ڀلي مڇيون منهنجو ناپاڪ ماس کائي وڃن. ڀلي مانگر منهنجي آلسي جسم کي چيري ڦاڙي ڇڏين. ڀلي راڪاس منهنجي ناپاڪ بدن کي پرزا پرزا ڪري ڇڏين. ديوتا، مون ٿان ڇٽرون ڪن ۽ ڪلون اُڏائين. هن جي ڌڪار جهڙي حياتيءَ کي ختم ٿيڻ ئي کپي!

هن ڪي پاڻيءَ جي درسنيءَ ۾ پنهنجو چهرو بگڙيل ۽ بڇان جهڙو ڏسڻ ۾ آيو. هن انهيءَ مڪروه چهري تي ٿڪ اڇلائي ڦٽي ڪئي. وڻ ۾ قابو ڀيل ٻانهن کي ڍرو ڪندو هو پاڻيءَ ڏانهن رڙهڻ لڳو. نيٺ ٻانهن وڻ جي ٿڙ مان ڇڏائي، مٿي پر ٽپو ڏيڻ جو پورو ارادو ڌاري هن هڪ طرف ور ڪاڏو. هاڻي هو موت جي اوڙاه تي جهڪڻ لڳو هو. اتي جو اتي هن کي پنهنجي روح جي هڪ پرانهين هنڌ ڌان پنهنجي بيزار ٿيل زندگيءَ جي ڪنهن ڏورانهين مفاصلي وٽان، هڪ آواز اٿندو محسوس ٿيو جو هن جي ارادي ۾ نہ هئڻ جي باوجود هن جي زبان مان خودبخود ادا ٿيڻ لڳو، هڪ اکر، فقط هڪ شبد "هري اوم!" جڏهن

اهي سنڌس ڏي زبان مان بياختيار نڪرندڙ اکر سنڌس ڏي
ڪنن تي پيو ته هن جو سُتل روح جاڳي پيو. هن جي اندر
آتما جاڳي پئي ته هن کي احساس ٿيڻ لڳو ته هو هڪ گناهه
جو ڪم ڪرڻ وارو آهي. هو اندر ۾ ڪنبڻ لڳو:.... هي
وري ڇا؟ آءٌ ايترو بي خود، ايترو بتال ۽ ايترو سمجهه کان
خالي ٿي ويو آهيان جو موت جي آغوش ۾ ٿو سڪون
تلاش ڪريان؟ زندگي جي هيترن تجربن منهنجي ضمير کي
ايترو نه ڇهيو جيترو هن هڪ لفظ مون کي نئين سوچ ڏني!
”هري اوم“ جي لفظ .... هو بار بار انهيءَ شبد کي پنهنجي
اندر ۾ ورجائڻ لڳو تان جو هن جو اندر اجري سجاڳ ٿي
پيو، برهما هن جي وجود ۾ واسو ڪرڻ لڳي. برهما. زندگي
جو اهو جزو، جو ڪڏهن فنا نه ٿيندو آهي.!

اهوئي اکر ورجائيندي ورجائيندي هو ڊرڪڻ لڳو ۽
ساڳي وڻ جي ٿڙ کي ٽڪ ڏئي ويهي رهيو، پوءِ سنئون سڌو
ٿي وڻ جي پاڙن تي مٿو رکي ليٽي پيو ۽ کن پل ۾ هن
کي ننڊ وڪوڙي وئي. هھڙي گهري ننڊ ۾ سو هن کان
اڳي ڪڏهن نه ستو هو.!

ڪيترن ئي ڪلاڪن کان پوءِ جڏهن هو سجاڳ ٿيو
ته هن کي لڳو ڄڻ کي ڏهاڪو سال ننڊ ڪري اٿيو آهي.
ڄڻ اهوئي ياد نه رهيو اٿس ته هو ڪهڙي هنڌ آهي ۽ هت
ڪيئن پهتو آهي. هو ڪن لائي نديءَ جي ڇولين جو مڌر
آواز ٻڌڻ لڳو ۽ حيراني سان وڻن ٽڻن تي ۽ آسمان ۾ نظرون
ڊوڙائڻ لڳو پر ٿوري ئي دير ۾ ياد آيس ته ڪٿي آهي ۽ هتي

ڪيئن پهتو آهي. هن جي دل چيو ته جيڪر هت ئي رهي پوي. هن جي ماضيءَ جي اڳيان هڪ پردو اچي ويو. هاڻ هو دنيا کي وري نئين سر نئين نظر سان ڏسڻ لڳو. هن کي محسوس ٿيو ته هن جي انهيءَ ننڊ جي دوران هن جي رڳ رڳ ”هري اوم“ جو ذڪر ڪيو آهي. اوم هن جي وجود ۾ سمائجي ويو آهي— هيءَ ڪهڙي نه فرحت واري ننڊ هئي، جنهن منهنجي انگ انگ ۾ فرحت ڀري ڇڏي آهي! ڇڻ سمهي نه اٿيو آهيان، بلڪ هڪوار مري ٻيو جنم ورتو اٿم! متان سچ پچ پاڻيءَ ۾ غرق ٿي وري نئين سر جيئرو ٿيو آهيان!... نه هي نئون جنم ته نه آهي، هي ساڳيو سڌارٿ آهي، پر اڳي کان گهڻو مختلف، گهڻو بدليل، گهڻو سجاڳ ۽ مطمئن.

سڌارٿ اٿي سڌو ٿي ويٺو ته پنهنجي سامهون هڪ ويراڳي کي ڌيان گيان ۾ مشغول ڏٺائين. هن جو مٿو ڪوڙيل هو، ۽ بت تي پيلي رنگ جي ڪفني پيل هئس. هي ته گووند آهي! جنهن وچي مهاتما ٻڌ جي مهر ۽ محبت ۾ پناهه ورتي هئي! گووند جون اکيون بند هيون، هن جي عمر به چڙهي آئي هئي پر چهري تي اهائي مٺيا ۽ مريادا هئس. نيٺ هن اکيون کوليون ۽ هن کي سجاڳ ڏسي سرهو ٿيو. سڌارٿ سمجهي ويو ته گووند هن کي سڃاتو اصل نه آهي. ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو ته گووند اتي هن جي ننڊ وارو سڄو عرصو ويٺو رهيو آهي.

”تون هت ڪيئن آئين؟“ سڌارٿ سوال ڪيو.

”اِهي ته ننڊ پيو هئس.“

”تون ننڊ پيو هئين.“ گووند جواب ڏنو.”هوڙي جڳهه، تي بي خبر ٿي سمهي پوڻ چڱو نه آهي جتي جيت جڙا، جانور ۽ نانگ ۽ بلائون گهمنديون رهن ٿيون. اڻون مهاتما گوتم ٻڌ جو چيلو آهيان ۽ ياترا لاءِ نڪتل آهيان. توکي جو هوڙي ناموزون هنڌ تي ستو ڏٺم ته، پهرئين تـه توکي جاڳائڻ جي ڪيم، پر ڏٺم ته توکي گهڻي ننڊ آهي، سو تنهنجي حفاظت جي خيال کان هتي ويهي رهيس منهنجا ساٿي اڳتي نڪري ويا، پر هتي ويٺي خود مون کي به گهيرٽ اچي ويو. خير هاڻي مون کي اڳتي وڃڻو آهي.“

”تنهنجي ڏاڍي مهرباني نيڪ مرد. تو لنڊ ۾ منهنجي رکشا ڪئي. هاڻي ڀلي وڃي ساٿين سان مل.“

”چڱو الوداع—“

”الوداع گووند —!“

”هان؟ سائين معاف ڪجان، توکي منهنجو نالوڪيئن ٿو اچي؟“

سدارٿ کلي ڏنو ۽ هن کي پنهنجو سات يـاد ڏيارئيائين.

”اڙي! ته ڇا تون سدارٿ آهين؟ يـار مون ته توکي خبر ناهي ڇو سڃاتوئـي ڪونه. توکي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي دوست!“

”مون کي به ڏاڍي خوشي ٿـي آهي. پـر تون وڃين ڪيڏانهن پيو؟“

”اسان ويراڳين جو وري ڪهڙو ماڳ، سدائين پنڌ

جا پانڌيئڙا هوندا آهيون. اڄ هتي ته سڀاڻ، ڪنهن ٻئي هنڌ، اهوئي اسان جو ڌرم آهي، پر تون ڪيڏانهن ٿو وڃين؟"

"آءٌ به تو وانگر رستي ۾ ئي آهيان دوست، آءٌ به تو وانگر ياترا لاءِ نڪتل آهيان."

"پر يار تنهنجي پوشاڪ ته ويراڳين جهڙي ڪانهي. هي اوچا ڪپڙا، قيمتي بوٽ، سنواريل وار—!"

"پر آءٌ ڪٿي ٿو چوان ته، آءٌ ڪو ويراڳي آهيان. مون ته ايترو چيو ته آءٌ بس پنڌ ڪندڙ آهيان."

"پر ياترائي ههڙا ويس پائي ته ڪو ورلي نڪتو هوندو!"

"پر اڄ ته تو ڏٺو نه دوست! ههڙي ٺاهه ٺوهه سان ياترا لاءِ نڪرندڙ هڪ ماڻهوءَ کي. پڌ گووند! هي جي ظاهري ڏيک آهن، هي ڪپڙا لٽا ۽ بوٽ وغيره. سي سڀ عارضي آهن. فاني آهن. هي اسان جا جسم ۽ اسان جا وار پاڻ ئي فاني آهن، تون به سچ ٿو چوين. مون اميرن جهڙا ڪپڙا پاتا آهن ۽ ٺاهه ٺوهه به ڪيو اٿم سو ان ڪري جو آءٌ ڪي ڏينهن امير بڻجي رهيو آهيان ۽ ٺاهه ٺوهه وارن سان گڏ گهاريو اٿم."

"۽ هاڻي ڇا آهين؟"

"اها مون کي به خبر نه آهي. بس ايتري ئي ڄاڻ اٿم جيتري توکي آهي آءٌ به رستي ۾ ئي آهيان. ڪجهه وقت تائين آءٌ هڪ ڌنوان هئس، هاڻ ڪجهه به نه آهيان ۽ سڀاڻي ڇا هوندس سا خبر نه اٿم."

"ته ڇا تون ڌن وڃائي ويٺو آهين؟"

”آئون ٿن وڇائي ويٺو آهيان يا ٿن مون کي وڇائي ويٺو آهي اها پڪ ڪانہ اٿم. جهڙي ظاهري ڏيک هوندا آهن ٿن جو ڦيٽو ڏاڍو تکو ڦرندو آهي. ڏس برهمڻ سڌارت ڪٿي آهي، جوڳي سڌارت ڪيڏانهن ويو. امير واپاري سڌارت جو ڇا ٿيو، عارضي شيءِ تہ بس عارضي ٿي آهي نہ —“

گووند سڌارت کي ڪيتري دير تائين شڪ ۽ اچرج سان ڏسندو رهيو، پوءِ ادب سان هن جي اڳيان جهڪيو، جيئن ڪنهن وڏي مرتبي واري جي اڳيان جهڪبو آهي ۽ پوءِ پنهنجو رستو وٺي رهندو رهيو.

سڌارت هن کي ويندو ڏسندو ۽ مرڪندو رهيو. هن کي اڄ بہ گووند سان محبت هئي جو هن جو ننڍپڻ جو وفادار يار هو. ۽ هن وقت، جڏهن تہ هوهڪ عجيب ننڊ سمهي اٿيو هو ۽ من ۾ هري اوم جو ورد ڪندڙ هو سو هوئڻ ٿي هر شيءِ کي محبت سان ٿي ڏسي سگهيو ٿي، نہ نفرت سان. هن وقت هن جي اندر ۾ هر شيءِ لاءِ آنند ڀريو پيار هو. شايد هن کان اڳ جو ملول رهندو هو، سو مٿان ان ڪري جو ڪنهن سان پيار ڪندڙ نہ هو.!

سڌارت پڻ ڏينهن کان ڪجهہ نہ ڪاڙو هو. ۽ هاڻي هن ۾ بک پلڻ جي اها شڪتي تہ نہ رهي هئي، هاڻ هن کي احساس ٿيو تہ هو جن شاندار ٽن تدبيرن صبر ۽ انتظار، بک پلڻ ۽ سوچڻ جي جتي ڪٿي هام هڻندو هو سي ٽئي هنر هن کان ڇڏائي ويا آهن. هو انهن مٿين کي رواجي نفسياتي

خواهش سان مٿي چڪو آهي، هاڻي هو ٻاڻ هڪ رواجي ماڻهو ٻنجي چڪو آهي — هاڻي آءٌ هڪ نئين تازي چانور ٻار وانگر هن ڌرتيءَ تي اڪيلو بيٺو آهيان. مون وٽ ڪو وڪر آهي، نڪا چاڻ آهي نڪو عام آهي، ۽ نه ٿي اهو جوڻين اٿم، بلڪ وري هڪ ننڍي ٻار وانگر ابتدا پيو ڪريان.
ها آئون موٽ ڪاٺي رهيو آهيان. عجيب مقدر پرايو اٿم، ٻانيان ته پنهنجو ٻاڻ تي ٿهڪ ڏئي کلان. هن مورک سنسار تي کلان. ۽ هو ٻاڻ مرادو ٿهڪ ڏيڻ لڳو. پنهنجي سڄي حياتي هن جي اکين اڳيان ڪاليڊا سڪوپ وانگر ڦرڻ لڳو.
اهي سڀ تجربا جي مون هيلتائين پرايا، سي ان ڪري ته ٻيهر هڪ معصوم ٻالڪ ٻنجي وڃان، ته پوءِ اهو چڱو ٿيو. مون سان هيستائين جيڪي ڪجهه وهيو واپريو، جيڪي ڪجهه ڪيو، مون سان جيڪي ڪجهه ٿيو سو يقيناً منهنجي لاءِ بهتر هو. هاڻي منهنجو نئون رستو ڪهڙو به چڪردار ۽ پيچدار هوندو آءٌ ان تي هلندس ضرور. زندگيءَ جي مڙني آزمودن مان گذرڻ انسان لاءِ نهايت ضروري آهي. ٻهرين مون ڪي فقط اها چاڻ هئي ته دولت ۽ دنيا خساري جون ڳالهيون آهن ۽ هاڻي خود تجربو ڪري ڏٺم ته برابر ائين آهي. هاڻي انهيءَ حقيقت ڪان صرف منهنجي سمجهه ئي نه، بلڪ منهنجيون اکيون، منهنجي دل بلڪ منهنجو پيٽ به واقف ٿي چڪو آهي. چڱو ٿيو جو اهي تجربا ٿيم. چڱو جو هڪڙو ٻڪيڙو اندر ۾ مري ويو جو وري هڪ پيو ٻڪيڙو پندا ٿي پيو جنهن وٽان رڳو خوشيءَ وشواس ۽ ٻي ڏٻائي

ملي آهي.

هيترا ڏينهن برهمڻ ۽ جوڳيءَ جي حيثيت ۾ مون کي جو پنهنجي نفس سان، پنهنجي ذات سان هميشه جنگ جوٽڻي پئي، سو رڳو ان ڪري جو حد کان وڌيڪ مذهبي علم، حد کان وڌيڪ عبادت، ريتون رسمون، حد کان وڌيڪ نفس ڪشي ۽ حد کان وڌيڪ تپسيا حقيقت ۾ مون کي صحيح علم تائين پهچڻ ئي نه پئي ڏنو. منهنجو نفس ته انهن تپسيائن ۽ علمن سبب اُلٽو متڪبر ۽ هٺيلو ٿي ويو هو. هاڻي معلوم ٿيو ته عرفان ۽ دانائي حاصل ڪرڻ لاءِ رڳو انهن مذهبي بکيڙن جي ضرورت نه هئي. نه ئي اهي. شيون ڪنهن استاد وٽان ملنديون آهن. بلڪ ان لاءِ پنهنجو پاڻ کي دنيا جي بچڙاين جي حوالي به ڪرڻو پوندو آهي. جنهن جي نتيجي ۾ نفعي نقصان جي پروڙ ٿئي ٿي. تنهن ڪري مون کي دنياداري جي خسارن ۾ ايترو گهرو وڃڻو ٿي هو جو منهنجي اندر جو مغرور پروهت مري وڃي. اڄ ته آءٌ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ واري رستي تي آهيان....

اهي ويچار ڪندو وهندڙ نديءَ ڏانهن ڏسندو رهيو. اڄ پهريون دفعو هيءَ ندي هن کي ڏاڍي پلي پئي لڳي. ان جو ڏيک ۽ پهڪندڙ پاڻي هن کي موهڻ لڳو. ڄڻ ندي هن کي ڪو خاص پيغام پهچائي رهي آهي. اهو ڪجهه پڌائڻ لڳي آهي، جنهن کان هو واقف نه هو ۽ جنهن سنديس جي هن کي اڪير هئي، انتظار هو. سچ پچ ته بچڙاين جو پتلو، ٿڪل ۽ پوئتي پيل سڌارٿ واقعي انهيءَ نديءَ ۾

غرق ٿي چڪو هو. ۽ هاڻي هڪ نئون سدارت انهيءَ نديءَ
لاءِ محبت ڏاڍو پيڻو هو. هن فيصلو ڪيو ته هو هن نديءَ
ڪان جدا نه ٿيندو.

## ۵

سدارت، نديءَ توڙي ساڳي ملاح سان محبت جو ناتو
رکڻ جو پڪو پهه ڪري ڇڏيو، جنهن هن کي هتان انهيءَ
نئين سفر تي روانو ڪيو هو، جو هڪ مهان تجربو بڻجي
هاڻي ختم ٿي چڪو هو. پنهنجي اندر مان هن هي سنديس
بار بار ٻڌو:

”هن نديءَ سان محبت رک، ان سان محبت ڏار ۽
ان کان علم سک.“

. . هن کي محسوس ٿيڻ لڳو ته جنهن به هن نديءَ جي
زبان سمجهي، پيغام سمجهيو، ان جا ڀيد سمجهيا. تنهن ڇڻ
گهڻو ڪجهه بلڪ سيکجهه سکيو. البت اڄ هن کي نديءَ
جي ڀنڊار مان جو پهريون سبق مليو سو هي هو ته: پاڻي
سدائين هڪ طرف منهن ڪري پيو وهي، ازل کان پيو
وهي مگر ندي اتي جـا اتي آهي! ساڳي جا ساڳي آهي،
البيت هر دفعي نت نوان ڏيک ڏيکاري ٿي. انهيءَ پهرئين
سبق ڏي هن جي روح کي سوگهو ڪري ورتو.

هاڻي هن کان بک برداشت نه پئي ٿي. هو پٽڻ ٿي هليو
آيو. ملاح پنهنجي ٻيڙيءَ ۾ موجود هو. سدارت هن کي

سجاتو، هو پڻ پيدائي جي در تي قدم رکي چڪو هو.

”مون کي دريا پار پهچائيندين؟“ سدارت هن کان سوال ڪيو. ملاح هڪڙي ظاهري ناه ذوه واري ماڻهوءَ کي پيرين پيادو ڏسي حيران ٿيو. بهرحال هـن کي پنهنجي ٻيڙيءَ ۾ سوار ڪري ونجهه هلائڻ لڳو. سدارت وري گفتگو ڪئي:

”ڏاڍي شان واري آهي زندگي تنهنجي، هڙي سهڻي نديءَ ۾ رهڻ ۽ ان ۾ روزانو سفر ڪرڻ ڪيڏي نه سرهائي جي ڳالهه آهي——!“

وانجهيءَ مرڪي جواب ڏنو ۽ هوريان هوريان ونجهه هلائيندو رهيو، چوڻ لڳو: ”هائو سـائين منهنجي زندگي برابر سهڻي آهي، پر هر زندگي سهڻي نه هوندي آهي ڇا؟ هر ڪم سهڻو نه هوندو آهي ڇا؟“

”ٿي سگهي ٿـو، پر مونکي تـه تنهنجي زندگيءَ تـي رشڪ ٿو اچي.“

”خير جلدئي اوهـان جـو اهو رشڪ ختم ٿـي ويندو . اوهين ناهه ذوهه وارا ماڻهو آهيو.“ ملاح چيو.

سدارت کلي چيو: ”ٿوري دير اڳ به آءٌ اهڙي شڪ جي نظر جو شڪار ٿي چڪو آهيان . هـي ڪپڙا منهنجي لاءِ وبال بنجي چڪا آهن. جي هي ڪپڙا توکي ڏئي ڇڏيان ته تون قبول ڪندين؟ مون وٽ توکي ڀاڙو ڏيڻ لاءِ هونئن به پئسا نه آهن.“

”اوهين چرچو پيا ڪريو سائين.“

”چرچو نه پيو ڪريان اشراف . تو هڪ ڀيرو اڳ به

مون کي بنا پاڙي جي دريا پار پهچايو آهي. اڄ پاڙي طور هي ڪپڙا قبول ڪر."

"۽ سائينجن اگهاڙا ٿي گذاريندا؟"

"آءٌ تہ پار وڃڻ ٿي نہ چاهيندس. بلڪ آئون چاهيان ٿو تہ مون کي پنهنجا قاتل ڪي پراڻا ڪپڙا پائڻ لاءِ ڏي ۽ مون کي پاڻ وٽ مددگار ڪري رک، يا ڀلا پنهنجو شاگرد ڪري رک تہ جيئن گهٽ ۾ گهٽ ٻيڙيءَ جي سنڀال ڪري سگهان."

ملاح هن کي غور سان ڏٺو، هاڻي هن کي سڃاڻي ورتو هئائين :

"مون توکي سڃاتو جوان، هڪ ڀيرو اڳ بہ تون منهنجو مهمان رهي چڪو آهين. تنهن ڳالهہ کي شايد ويهہ ورهيہ گذري ويا آهن، يا الائي گهڻو عرصو گذريو آهي، البت نڌهن تہ تون هڪ جوڳيءَ جي روپ ۾ هئين، تنهنجو نالو بہ وسري ويو اٿم."

"منهنجو نالو سڌارٿ آهي ۽ برابر آءٌ تڏهن جوڳي هئس."

"ڀلي ڀلي آئين سڌارٿ، منهنجو نالو واسديو آهي. اميد اٿم تہ هلي منهنجو مهمان ٿيندين ۽ مون کي ٻڌائيندين تہ ڪٿان پيو اچين ۽ هن عمدي لباس مان بيزار ڇو ٿيو آهين."

سڌارٿ کي ياد آيو تہ اڳين ملاقات ۾ بہ هو هن ملاح جي شخصيت کان ڏاڍو متاثر ٿيو هو. واسديو هن کي پنهنجي

ڀونگيءَ ۾ وٺي آيو، ۽ هن کي ماني ۽ انب کارايائين. سڌارت ڏاڍي چاهه ۽ خوشيءَ سان کائي ڍؤ ڪيو. رات ٿي ته هو ٻئي نديءَ جي ڪناري هڪڙي وڻ جي ٿڙ تي اچي ويٺا. سڌارت هن کي اول کان آخر تائين پنهنجي ڪهاڻي پيراتي ڪري ٻڌائي. واسديو ڏاڍي ڌيان سان هن جي ڪهاڻي ٻڌندو رهيو تان جو رات وهامي وئي.

”تڏهن ڀانيان ٿو ته درياهه شاهه توسان ڪلام ڪيو آهي.“ واسديو سڌارت کي خاموش ٿيندو ڏسي چيو. ”درياءَ شاهه تو تي به مهربان آهي جو توسان به ڳالهايو اٿس، خير اها ته سٺي ڳالهه. ٿي تون مون سان ٿي رهي پئه دوست، جڏهن کان منهنجي زال گذاري وئي آهي، آءٌ هڪ طويل عرصو اڪيلو رهيو آهيان تون هتي ٿي رهي پءُ، پاڻ ٻنهي جي کاڌي ۽ اجهي جي گنجائش آهي.“

”تنهنجي ڏاڍي مهرباني دوست آئون ان لاءِ به تنهنجو ٿورائتو آهيان، جو تو منهنجي لمبي ڪهاڻي ڌيرج سان ٻڌي، ڌيرج سان ڪنهن جي ڳالهه ٻڌڻ جي اها خاصيت مون ٻي ڪنهن ۾ نه ڏٺي. آئون هتي ٿي رهندس ۽ تو کان اهو گر به سکندس.“

”تون سکندين دوست، پر مون کان نه، بلڪ هن نديءَ کان، جنهن مون کي به ٻڌڻ سيکاريو آهي. هن نديءَ وٽ اهو سڀڪجهه آهي جيڪي ڪجهه ڪوئي سکڻ چاهي. هن نديءَ ته تو کي هيٺاهينءَ ۾ وڃي حقيقتون معلوم ڪرڻ جي سکيا ڏني، پاتال ۾ پيهي حقيقت پسڻ جي سکيا، ۽

تنهن بعد ٽوڪي شاهوڪاري ۽ جوکپڻو ڇڏي ملاح بنجڻ جي سکيا ملي. ٽون هن کان اڃا به گهڻو ڪجهه سکندين دوست."

"اڃا به وڌيڪ ڇا؟"

"اهو ٽوڪي پاڻ ٿي معلوم ٿيندو، هاڻي دير ٿي وئي آهي اٿ ته هلون."

سڌارٿ ملاح سان رهي پيو ۽ ٻيڙيءَ سنڀالڻ جو ڪم سکي ورتائين. جڏهن ٻيڙيءَ تي ڪو ڪم نه هوندو هو ته هو ملاح سان گڏجي جانورن جي کيت ۾ وڃي ڪم ڪندو هو. ڪاٺيون ميڙيندو هو ۽ ڪيلن جي باغ مان ميوو پٽي ايندو هو. هن ٽوڪرون ٺاهڻ جو هنر به سکي ورتو. هرطرح جو ڪم ڪندي هن کي ڏاڍي خوشي محسوس ٿيندي هئي. جيڪا به نئين ڳالهه ذهن ۾ ايندي هئس، تنهن کي خوشيءَ سان دل سان هنڊائيندو هو. تان جو ڏينهن مهينن ۾ بدلجي ويا. پر هن واسديو کان وڌيڪ نديءَ مان سکيا پرائي. ڏاڍي خاموشيءَ سان، گهري دل سان، کلي ڇاتيءَ سان، صبر سان کنهن جي ڳالهه ٻڌڻ، کنهن جوش جذبي جو، خواهش جو توڙي کنهن فيصلي جو اظهار کان سواءِ علم وٺڻ جو اهو سبق هن انهيءَ نديءَ کان سکيو.

واسديو سان هن جا ڏينهن ڏاڍا آنند ۾ پئي گذريا. واسديو ڳالهائيندو گهٽ گهٽ هو ۽ ٻڌندو گهڻو وڌيڪ هو. هڪ دفعي هن واسديو کان پڇيو.

"تو اهو به نديءَ کان ئي سکيو آهي ڇا ته دنيا ۾

”زماني“ نالي جي ڪا شئي آهي ئي ڪانه؟“
”ها دوست“ واسديو مرڪي جواب ڏنو. ”ڏس، هن نديءَ جو نڪو ماضي آهي نڪو مستقبل. هيءَ ندي ساڳي ئي وقت پنهنجي منڍ تي به موجود آهي ۽ چوڙ تي به، جبل تي به آهي ته سمنڊ تي به. پيڙيءَ جي هيٺان به آهي ته چولين جي صورت ۾ ان جي ٻين طرفن به. جتي ڪٿي اها هڪڙي ندي آهي، ”آهي“ جو سوال آهي، هئي يا هوندي جي ڳالهه ڪانهي. تنهنجو شايد اهو مطلب آهي؟“
”ها واسديو. آءٌ به اهو سمجهان ٿو ته ماضي يا مستقبل ڪا شيءِ ناهي، جيڪي ڪجهه آهي سو حال آهي، منهنجي گذريل زندگي به حال آهي ۽ ايندڙ زندگي ۾ به. زندگيءَ جون اهي منزلون، پاڇن جي وچ ۾ اچڻ سان ٿيون ورهائجن ڪنهن حقيقي شئي سان نه، نه ڪجهه هو نه ڪجهه ٿيندو بس حال ئي سڀڪجهه آهي.“
اها حقيقت پروڙي به سڌارت ڏاڍو سرهو ٿي ٿيو— تنهن جي معنيٰ ته مڙئي دک سور، مڙئي تپشائون، مڙئي خوف ۽ انديشا، زماني جي اندر آهن. وقت تي قابو پائجي ته اهي مڙئي مصيبتون قابوءَ ۾ اچي وڃن—! وقت يا زمانو زائل ڪري ڇڏجي ته اهي سڀئي سور به جيڪر زائل ٿي وڃن.!
سڌارت جا اهي خيال ٻڌي واسديو فقط مرڪي ڪنڌ ڌوڻيو ۽ ڪم ۾ مشغول ٿي ويو.
۽ هڪ دفعي جڏهن نديءَ ۾ چاڙهه هو ۽ ان مان

گجگوڙ جا آواز نڪتا ته سدارت وري واسديو کي ڇيڙيو.
”ڇا اهو صحيح نه آهي ته نديءَ جي اندر ۾ اڻ ڳڻيا
آواز لڪل آهن، ندي ڳالهائي ٿي. ڪڏهن بادشاه وانگر،
ڪڏهن جيالي سپاهيءَ وانگر، ڪڏهن ڏاند وانگر ته ڪڏهن
بلبل وانگر، ڪڏهن گرڀڻ عورت وانگر ته ڪڏهن ڪنهن
دکي مرد وانگر ڳالهائي ٿي، ۽ پيا به ڪيترا آواز اٿس؟!“
”برابر نديءَ جي آواز ۾ مڙني جاندارن جا آواز
موجود آهن.“
”۽ جڏهن ڪو ماڻهو ان جا هزارين آواز هڪ ئي وقت
۾ ٻڌي ۽ سمجهي ٿو وٺي ته پوءِ ان مان ڪهڙو آواز ٿو
نڪري؟“
واسديو مرڪي هن جي پٺي ٿپري ۽ ڪو جواب نه
ڏنو ته به سدارت جي ڪنن سان اوم جو اکر ٽڪريو.
وقت گذرندو ويو ۽ سدارت ۾ به واسديو جي شخصيت
جهڙي بزرگي جهلڪا ڏيڻ لڳي. سدائين خوش، سدائين ٻار
وانگر مرڪندڙ، سدائين سنجيدو ۽ چهري تي سدائين نور
جو واسو، اتي جو اتي پيدو ۽ اني جو اني ٻار—ا اڪثر
شام جي وقت هو گڏ ويهي نديءَ جا آواز ٻڌندا هئا. جنهن
مان رڳو پاڻيءَ جي چلڪي جو آواز نه ايندو هو بلڪ ان
۾ زندگيءَ جي هستيءَ جي ۽ هئڻ جي صدا هوندي هئي.
ڪڏهن ائين ٿيندو هو جو نديءَ جي آوازن تي خاموشيءَ
سان ڪن ڏئي ٻڌڻ مهل ٻنهي جي دلين ۾ ڪا ساڳي ئي
ڳالهه اچي ويندي هئي ۽ هو ٻئي هڪبئي ڏانهن ساڳي وقت

نهارڻ ۽ مرڪڻ لڳندا هئا، جڻ پنهنجي اندر ۾ ڪو
هڪڙو سوال ڪيو آهي ۽ پنهنجي ڪي هڪڙوئي جواب ڏنو
ويو آهي.

ڪيترائي مسافر هنن جي شخصيتن کان متاثر ٿي هنن
وٽ روح رهاڻ لاءِ ويهي رهندا هئا، هنن سان زماني جا ڏک
سور سليندا هئا، هنن کان ڇوٽڪاري جو رستو پڇندا هئا.
ڪيترا ماڻهو هنن جي دانائي جي هاڪ ٻڌي هنن وٽ ڪهي
ايندا هئا. ڪي وري هنن جي ڪرامتن جا غلط قصا ٻڌي
هنن کان ڪجهه حاصل ڪرڻ ايندا هئا، ۽ ناڪام موٽي
ويندا هئا.

سال گذري ويا، هي ٻه بزرگ پنهنجي ٿان تائين
محدود رهيا.

هڪ ڏينهن معلوم ٿيو ته مهاتما گوتم ٻڌ سخت عليل
ٿي چڪو آهي ۽ شايد جلد مڪتي ماڻڻ وارو آهي. اها
خبر ڪا هنڌين ماڳين ٻڪرجي وئي هئي. ٻڌمت جا الائي
ڪيترا پيرو ڪارن جو ڪٺان ڪهي پيئي آيا ۽ مهاتما جي
آشرم ڏانهن روانا ٿيندا پئي ويا. ڪي اڪيلا، ڪي ٽولن
۾، ڪي پنڌ، ڪي سوارين ۾، ڪن هتي اچي ٻيڙيءَ رستي
درياءَ پار ڪيو. جيئن ڪي مختلف لشڪر اچي هڪ هنڌ
گڏ ٿين ٿا يا ڪنهن بادشاهه جي تاج پوشي ٿيڻي هجي. ڄڻ
ڪو مقناطيس هو جو سڀني کي ڇڪيندو ٿي آيو. سڀني
جو رخ اهوئي مهاتما ٻڌ جي آشرم ڏانهن هو.

سڌارٿ به اها خبر ٻڌي ڏاڍو دلگير ۽ فڪرمند ٿيو.

مهاتما ٻڌ جي لاءِ هن جي دل ۾ وڏي جاءِ هئي. وڏي محبت هئي. احترام هو. ڪيتري عرصي تائين مهاتما جي شخصيت ۽ گفتگو هن جي دل ۽ دماغ تي ڇانيل رهي هئي پر هن وقت به سڌارٿ جي ذهن تي پنهنجو اهو عزم اڃا پختو هو ته انسان پاڻ جستجو ڪري پاڻ مان ئي سکي سگهي ٿو ڪنهن ٻئي استاد کان نه. ان ڪري هو هيتري محبت ۽ فڪر ڏاريندي به، مهاتما جي آشرم تي حاضر ٿيڻ لاءِ پاڻ کي مجبور نه ڪري سگهيو، ۽ هڪڙي ڏينهن ميڙن جا موڙ ڪري مهاتما ٻڌ جي ياترا لاءِ ويندڙ مسافرن ۾ ڪملا به شامل هئي، جا ڪڏهن سڌارٿ جي محبت هئي، جا ڪڏهن هڪ بي حد خوبصورت ۽ ناميارې وئشيا هئي. هن ڪجھ عرصي کان اهو ڪسب ڇڏي ڏنو هو. پنهنجا باغات ۽ جايون ٻڌڀڪشوئن لاءِ وقف ڪري ڇڏيون هئائين ۽ پاڻ ٻڌمت جي پيرو بنجي وئي هئي. مهاتما ٻڌ جي مرگ الموت جي ڳالهه ٻڌي هوءَ به پنهنجي پٽ، جو سڌارٿ جي نشاني هو، کي ساڻ ڪري ياترا لاءِ نڪري پئي هئي.

ڪملا ۽ سندس نينگر نديءَ تائين پهتا ته ڇوڪرو ڪرڪڻ ۽ ڪنجهڻ لڳو. چي ٿڪجي پيو آهيان. هلو ته واپس هلون، مون کي طعام گهرجي، آرام گهرجي. ڇوڪرو هوئڻ به نٽر، رسڻو ۽ سست هو ۽ سدائين پيو روئندو هو. ڪملا جي لاڏ هن کي هيڪاري بگاڙي ڇڏيو هو. هو سدائين پنهنجي ضد پوري ڪرڻ ۽ ماءُ جي چئي ٽارڻ جي ڪوشش ڪندو هو ۽ ڪملا سدائين هن جي مرضي به پوري

ڪندي هئي ۽ هن کي جهٽڪيندي به رهندي هئي. ڇوڪري
کي اها کهڙي سڌ ته ماڻس هي اڻانگو سفر ڇو اختيار
ڪيو آهي؟ ڪنهن ڏرماتما جي مرڻ ويجهو ٿيڻ جي خبر
پڌي هيتري بي اختيار ڇو ٿي آهي، جي هو مري ٿو ته
مري وڃي تنهن ۾ سندس ڇا؟

هي واسديو جي پٽڻ کي ذري گهٽ اڃي ويجها پيا هئا
جو ڇوڪري کٿي اها ضد پڌي. ڪملا پاڻ به ڪافي ٿڪل
هئي. ڇوڪرو هڪ ڪيوڙو ڪپاڻي ۾ رڀي ويو ته هوءَ پاڻ
هڪ وڻ جي ٿڙ سان ٽيڪ هڻي ويهي رهي ۽ اکيون پوري
ساهي وٺڻ لڳي. پر ٿوري ئي دير ۾ سور ڪان دانهن ڪري
اٿي ويٺي. ڇوڪري حيران ٿي هن ڏانهن نهاريو ته هن کي
خوف ۽ سور کان پيلو پوندو ڏٺائين. هڪ نانگ ڪملا کي
ڏنگي وڌو. هو ڇوڪري کي ساڻ ڪري تڪڙي تڪڙي
واسديو جي پينگهي ڏانهن ڊوڙي ته من اتي ڪا مدد ملي.
پٽڻ تي پهچندي ئي هوءَ ساٿي ٿي ڪري پئي. ڇوڪرو
روئڻ ۽ مدد لاءِ پڪارڻ لڳو. ڪملا خود به مدد لاءِ دانهون
ڪرڻ لڳي.

واسديو جو پٽڻ تي بيٺو هو، رڙيون پڌي ڊوڙندو آيو
۽ هڪدم ڪملا کي ٻانهن تي ڪري پنهنجي پينگهي ۾
کڻي آيو. سڌارت پينگهي ۾ اڳ موجود هو ۽ چاهه دکائڻ
۾ مصروف هو. هن جي نظر پهرين ڇوڪري تي پئي ته
ڇڻ ڪجهه ياد آيس. تنهن بعد جو ڪملا تي نظر پيس ته
هن کي هڪدم سڃاڻي ورتائين. تڏهن هن کي پڪ ٿي ته

هي ڇوڪرو سندس ئي پٽ آهي، جنهن جو چهرو ڇڻ ڏنل وائڙل لڳو ۽ جنهن کــي ڏسي هن جــي دل ڪجهه ڇڪي ڪاڏي هئي.

ڪملا جو سڄو بدن سڄي پيو هو. هن ڪان جيترو قدر ٿي سگهيو حيلا هلايائون. ڪملا هوش ۾ آئي ته هن سڏارت کي، جو ڪڏهن سندس محبوب هو، پنهنجي مٿان جهڪيل ڏٺو. هن ڀرين پنهنجي پٽ جي پڇا ڪئي. سڏارت کيس تسلي ڏني ته ڇوڪرو هتي ئي موجود آهي ۽ ٺيڪ ٺاڪ آهي. ڪملا مرڻينگ آواز ۾ چيو:

”ڏاڍو پوڙهي پئجي ويو آهين سڏارت، پر هن فقيري حالت ۾ گهڻو جوان پيو ڏسڻ ۾ اچين، هن ڇوڪري کي سڃاڻئي؟ هي تنهنجو ئي پٽ آهي....“

ڪملا جون اکيون وري ٻورجي ويون. ڇوڪرو روئڻ لڳو. سڏارت ڇوڪري کي وٺي پنهنجي سٿر تي ويهاريو ۽ هن جي مٿي کي ٿپرڻ لڳو. هن کي ننڍي هوندي جي پڙل هڪ لولي ياد آئي جا هو جهونگارڻ لڳو ۽ ڪن پل لاءِ هن ڀانيو ڄڻ هن جو ماضي ڪنهن پراڻهين هنڌ تان هن کي سڏيندو هجي. ڇوڪرو ماٺ ٿي ويو ۽ سڏڪا ڀريندو ايئن ننڊ پئجي ويو. سڏارت هن کي کڻي واسديو جي بستري تي سمهاري ڇڏيو.

واسديو ان وقت چانور رڌڻ ۾ مشغول هو. سڏارت آهستگيءَ سان هن کي چيو:

”هيءَ ته موڪلائڻ واري آهي.“

واسديو هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو. سدارت ڀانيو ته نانگ ڪملا کي نه پر ڪيس ڏنگيو آهي.

ڪملا ٿوري دير لاءِ وري هوش ۾ آئي. هن سدارت کي چيو.

”ڪيڏو نه بدلجي ويو آهين! شانتي ماڻيئه يا نه؟ مون کي ته شانتي ملڻ واري آهي.“

”ها ڪملا، تون سڪون حاصل ڪري چڪي آهين.“

ڪملا اڪير سان سدارت کي ڏسڻ لڳي. هوءَ مهاتما ٻڌ جي آخري ديدار لاءِ نڪتي هئي، پر ان ڪان اڳ مهاتما جي بجاءِ هن سدارت کي ڏٺو ۽ پاڻ موڪلائڻ واري هئي. هن سوچيو:— اهو به بهتر ٿيو، سدارت به ڌرماتما آهي.

ڪملا کي وڌيڪ ڳالهائڻ جي مهلت نه ملي ۽ هوءَ موت جي گود ۾ هلي ويئي. سدارت هن جون اکيون پنهنجي هٿن سان ڍڪي ڇڏيون. هو ڪيترو ئي وقت ڪملا جي مرده جسم کي ڏسندو رهيو، اهي سڪا چپ جن کي ڪڏهن هن تازي ڪڪوربل انجير سان تشبيهه ڏني هئي، هي اٿيا وار، اهو ڪومايل ۽ پيلو چهرو، اهو بي سرت ۽ بي جان ٿڌو جسم، اهو سڀڪجهه، جنهن کي ڪڏهن هن پياري ۾ پياري شئي سمجهيو هو!

سدارت انهيءَ رات ڪجهه نه کاڌو. هو ٻئي ٻاهر هليا آيا. واسديو ليٽي پيو. پر سدارت سڄي رات ڀونگيءَ جي در وٽ ويهي گذاري. سج اڀرڻ ۾ هو جو واسديو جاڳيو ۽ سدارت کي ويٺو ڏٺائين.

”تون سڄي رات نہ ستو آهين.“
”نہ، آئون ننڍيءَ جا آواز ٻڌندو انهن مان مطلب ڪيندو رهيس.“
”تو هيءَ وڇوڙو ڏٺو، پر تنهنجي چهري تي ذرو بہ دک ناهي.“
”آئون چو دکي ٿيان دوست، مون کي منهنجو پٽ جو ملي ويو.“
ڇوڪرو اڃا ستو پيو هو جو هو ڪملا جي چکيا تيار ڪري آيا.
ڪملا جو ڪريا ڪرم ٿي ويو ۽ ڇوڪري روئي رڙي ڪٽي ماٺ ڪئي. هو سڄو ڏينهن اداس ۽ وياڪل رهيو ۽ سدارٿ جي انهيءَ دلاسي ۽ پاڻ تي غور ڪندو رهيو تہ هو سندس پيءُ آهي.
سدارٿ هن جي غم جو لحاظ ڪندي هن کي اڪيلو ڇڏي ڏنو هو. هن چاتو ٿي تہ ڇوڪرو ڪيس پيءُ ڪري ڪڏهن نہ پاڻيندو. جلدئي سدارٿ کي معلوم ٿي ويو تہ ڇوڪرو لاڏڪوڏ جو بگڙيل آهي. جلدي هري مري نہ سگهندو. سنو ڪاڻ سنو پهرڻ ۽ اميرن وانگر حڪم هلائڻ تي هريل آهي سو هن ويڳاڻي هنڌ تي ڪو جلدي هري مري سگهندو؟ تنهنڪري هن ڇوڪري تي ڪا سختي نہ ڪئي بلڪ هن جو وڌ ۾ وڌ خيال ڪرڻ لڳو. هن جو خيال هو تہ سندس محبت ۽ شفقت ٿوري وقت گذرڻ سان ڇوڪرو ليٽ هن جي چئي ۾ اثر ۾ اچي ويندو.

ڇوڪري جي ماڻهن تي سدّارت شروع ۾ ته ڏاڍو خوش ٿيو هو ۽ پاڻ کي تونگر سمجهڻ لڳو هو. مگر جيئن جيئن هن جي بي ادبي، ڪاهلي، نترپائي ۽ غيرن وارو ورتاءُ ڏٺائين ۽ ويتر هن کي گهڻو زيان ڪندو ڏٺائين سدّارت محسوس ڪيو ته هي ڇوڪرو هن لاءِ خوشي ۽ سڪون نه بلڪ آزار بنجي آيو آهي، پر ان هوندي به هن جي دل ۾ پٽ لاءِ محبت ۾ ڪا ڪمي نه پيدا ٿي. هن اهو آزار به خوشيءَ سان سر تي سهسايو. رڳو پٽ جي محبت ۽ هن جي وٽس موجودگيءَ خاطر.

سدّارت جيئن ته گهڻو وقت پٽ وٽ پوڻنگيءَ ۾ ڏي ويٺو رهندو هو. تنهن ڪري ويچاري واسديو تي ڪم جو بار وڌي ويو. ڪن مهنن تائين سدّارت اها اميد ساريو صبر ڪندو رهيو ته من ڪو وقت اچي جو ڇوڪر کيس سندس محبت ۽ شفقت جو جواب مروت ۽ فرمانبرداري سان ڏئي. واسديو به خاموشيءَ ۽ صبر سان اهو سڀ لقاءُ ڏسندو رهيو.

هڪ ڏينهن جڏهن سدّارت ڇوڪري جي غلط رويي سبب گهڻو دلگير ٿيو ويٺو هو، تڏهن واسديو سدّارت کي ٻانهن کان وٺي اچي هڪ طرف ويهاريو ۽ هن سان ٻهريون پيرو انهيءَ موضوع تي ڳالهائڻ لڳو.

”يار معاف ڪجانءِ، آءٌ تو کي دوست سمجهي ٿو چوان. هي ڇوڪرو تنهنجي لاءِ پريشانيءَ جو سبب بنجي ويو آهي. هيءُ ٻڪيٽڙو ته ڪنهن ٻي آکيري جو آهي. هن پنهنجو گهر گهاٽ ڪو تو وانگر ته نه ڇڏيو آهي. بلڪ پنهنجي

مرضيءَ جي خلاف هتي اچڻو پيو اٿس. نديءَ مون کي چتاءُ ڏنو آهي تہ پاڻي وچي پاڻيءَ سان ملندو آهي ۽ جواني وچي جوانيءَ سان ملندي. تنهنجو ڇوڪرو هتي ڪڏهن بہ خوش نہ گذاري سگهندو."

سڌارت جي ڇهري تي دک جي پيڙهہ هئي. هن چيو: "آءٌ هن کي پاڻ کان ڌار بہ نٿو ڪري سگهان دوست! ڪجهہ مهلت ڏي. آءٌ هن جي دل هٿ ڪرڻ لاءِ ڏاڍو پاڻ پيو پتوڙيان. آءٌ محبت ۽ صبر سان نيٺ هن کي پنهنجو ڪري وٺندس. اميد اٿم تہ هڪ ڏينهن هو بہ نديءَ جا آواز ٻڌندو ۽ سمجهندو، هن کي بہ سڏ ٿيو آهي."

"برابر سڌارت" واسديو ٻاجهہ مان مرڪندي چيو: "هن کي سڏ ٿيو آهي، پر تو کي ۽ مون کي ڪهڙي خبر تہ هن کي ڇالاءِ سڏيو ويو آهي؟ ڪهڙو رستو اختيار ڪرڻ لاءِ سڏ مليو اٿس؟

دوست مون کي خبر آهي تہ تون هن تي ڪا سختي نہ پيو ڪرين، تون هن کي ڪا سيکت نہ پيو ڏين ان ڪري جو تون سمجهين ٿو تہ محبت ۽ نرمي سختيءَ کان وڌيڪ اثر ڪندڙ آهي. تون سمجهين پيو تہ پاڻي پٿر کان وڌيڪ مضبوط آهي. تنهنجو اهو خيال ڏاڍو عمدو آهي. پر اهو تہ ٻڌاءِ تہ ڇا ائين ڪرڻ سان تون هن کي ويتر بگاڙين نہ پيو؟ هن کي هن هنڌ رهڻ تي مجبور ڪرڻ جي ڪوشش ۾ تون مورڳو هن کي سزا نہ پيو ڏين ڇا؟"

"تہ پوءِ ڇا ڪريان يار." سڌارت پريشان ٿيندي پڇيو.

”تون هن کي هن جي دنيا ۾ واپس موڪلي ڏي جتي هو خوش گذاري سگهي.“

”مون انهيءَ سوال تي به اڪثر ويچاريو آهي، پر اتي وڃي ڇا هو وڌيڪ خراب نه ٿيندو؟“

”تون پنهنجي حالت تي غور ڪر، ڇا تو به هتي رهي، ٽپسياڻون ڪري استادن کان سکياڻون ورتي هيءَ حيثيت حاصل ڪئي آهي؟ تون ڀانئين ٿو ته هي ڇوڪرو به انهن مرحلن مان گذري سگهي پوندو؟ تو به ڪيترو عرصو پنهنجي مرضيءَ سان زندگي گذاري، تنهن ۾ تنهنجو پيءُ، تنهنجا استاد توکي اصل نه روڪي سگهيا. نيٺ تو پنهنجو رستو پاڻ بڻايو ته پوءِ هي ڇوڪرو پنهنجي سکيا ۽ پنهنجي صحبت ۾ ڪيئن سڌرندو؟ تون هن لاءِ ڏهه دفعا مري وري جيئندين ته به هو اها راهه نه وٺندو جا تون چاهين ٿو.“

واسديو ان کان اڳ ڪڏهن به ايترو نه ڳالهايو هو. سڌارت هن جي صلاح جو ٿورو مڃيو ۽ ڳري دل ڪٺي پونگيءَ ۾ هليو آيو. سمهڻ جي ڪوشش ڪيائين پر ننڊ نه آيس. واسديو هن کي ڪا نئين ڳالهه نه ٻڌائي هئي. هو اڳ ئي انهن معاملن تي ويچاري چڪو هو. هو پاڻ گهڻو سمجهندڙ هو، پر ڇا ڪجي جو هن جي ڇوڪري لاءِ محبت هن جي سمجهه کان وڌيڪ قوت واري هئي. هن کي پٽ سان عشق هو بلڪ ان ڳالهه کان هميشه خوفزده رهندو هو ته متان هو ڪائنس جدا ٿي وڃي.

هي به سڌارت جي زندگيءَ جو هڪ نرالو پهلو هو.

هن کان اڳ هن ڪنهن کي اهڙو ۽ ايترو نه چاهيو هو. ڪنهن لاءِ ايترو فڪرمند ته نه ٿيو هو. ڪنهن لاءِ ايترو دکي ۽ گڏوگڏ سرهو ته نه گذاريو هئائين. ڪنهن لاءِ ايترو مايوس ۽ گڏوگڏ آسوند ته نه رهيو هو-!

ڪملا هن کي هڪ ڀيرو چيو هو ته هو ڪنهن سان ڪامل محبت نٿو ڪري سگهي ۽ هن اهو مڃيو به هو پر هن وقت ته ائين نه هو.

—-نه، آءٌ واسديو جي صلاح تي نه هلندس، ڇوڪري کي پاڻ کان پري نٿو ڪري سگهان. ڀلي هو مون تي حڪم هلائي. منهنجي نافرماني ڪري. آءٌ صبر ڪندس ۽ انتظار ڪندس.

سڌارٿ خاموشيءَ سان پنهنجي دل ۽ دماغ سان جنگ ڪندو رهيو. واسديو به صبر ۽ سانت سان سڀڪجهه پئي ڏٺو ۽ سٺو. صبر جا ته هو پڻ هوندي به پختا هئا.

سڌارٿ سوچڻ لڳو ته هيءَ جا هن کي پٽ لاءِ هيڪاندي محبت آهي. سا به زندگيءَ جي هڪ ضرورت آهي. اها ڪا اجائي شيءِ نه آهي. اها انساني فطرت جي تقاضا آهي. انهيءَ کي مايا جو موه نٿو چئي سگهجي. تڏهن ڇئبو ته مون کي هن جذبي، هن درد هن مورکپائي جي تجربي مان به گذرڻو هو.!

ڇوڪرو ساڳيءَ طرح بي پرواهي ۽ لاغرضائي ڪندو رهيو، پيءُ سان هن کي ڪو چاهه نه هو. نه ڪو هن کان خوف هوس. بلڪ هو سڌارٿ کي ستائيندو رهندو هو، هن

جي تذليل ڪندو رهندو هو، سدارت جي ٻزرگي هن جي ڪهڙي ڪم جي هئي؟ هو ته سدارت جي انهيءَ نمرتا ۽ نهٺائي کان وڌيڪ نفرت ڪرڻ ۽ چڙڻ لڳو هو. هن چاهيو ٿي ته سدارت کيس تنبيهه ڪري، هن کي لتاڙي. هڪ ڏينهن ته هو پيءُ سان کليو کلايو جهيڙو جوڻي بيٺو.

”مون کي ڪم نه ڇڏو آئون ڪو تنهنجو نوڪر آهيان ڇا؟ تون مون کي ماري ته ڏس، اهڙي تو ۾ همت ڏي ڪانهي، وڌيڪ تنهنجي اها پاڙوه ۽ شفقت مون لاءِ نسوري سزا آهي. تنهنجي نمرتا مون کي مورڳو هيٺو ڪري ڇڏيو آهي. تون پانئين ته آئون تو جهڙو ٿيان. تنهن کان ته بهتر آهي ته چور، ڌاڙيل ۽ قاتل ٿيان. تون ڀلي منهنجي ماءُ جو محبوب هئين، هزار ڀيرا هئين، ته به تون منهنجو پيءُ نه آهين.“

ڪروڌ ۾ ڀرجي هن سدارت کي گهڻو گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ هڪ طرف جو هليو ويو ته رات جو دير سان موٽيو ۽ ٻي ڏينهن صبح جو هو ماڳهين واسديو جو الهه‌تلهه ڀهاري ڀڄي ويو. واسديو ۽ سدارت جو ٻاهر نڪري ڏسن ته ٻيڙي به غائب هئي، ٻيڙي نه ٻيءَ پر ڏسڻ ۾ آئي پر ڇوڪري جو ڪٿي پتو نه هو. سدارت دک ۽ پيڙا کان ماندو ٿي ويو.

”آءٌ ڇوڪري کي ڳوليندس. مٺان ڪو نقصان رسيس. ٻار آهي. جهنگ ۾ پنڌڪ سان ڪو ڇيهو نه رسيس.“ هن واسديو کي چيو. ”اچ دوست، هڪڙو ترهو ناهي وڏون ۽ هلي ڇوڪري کي ڳوليون.“

”ڏرهو ضرور ڏاهينداسين، پر ڇوڪري کي ڳولڻ لاءِ نه، هُن پار ڪان ٻيڙي آڻڻ لاءِ. دوست! هن کي ڇڏي ڏي ته هليو وڃي. هو اهڙو نٺيڙو به ڪونهي. هو ضرور شهر ڏانهن ويندو ۽ اتي ڏي هن کي وڃڻ به کپي. سڌارت ٻار، تون انهيءَ ڳالهه تي پيو روئين جنهن تي توکي کلڻ کپي. هو اهوئي تجربو ته ماڻهو ويو آهي. جو تو پاڻ هلي وڃي هٿ ڪيو؟ ۽ پوءِ سڌي راهه ماڻيءَ. ڇوڪري به ته اها تو واري واٽ ورتي آهي.“

سڌارت واسديو جي ڳالهه ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي ۽ ڪهاڙي کڻي بانس وڍڻ لڳو. واسديو چپ چاپ هن جو هٿ ونڊائڻ لڳو. نيٺ هنن بانس جو هڪ ڏرهو ڏاهي ورتو ۽ ان کي پاڻيءَ ۾ ڏاري اتي هليا.

واسديو اڳ ڳڻتي ڪري ڪهاڙي پاڻ سان کنئي جو پڪ هئس ته ڇوڪري ضرورخار ۾ اچي ٻيڙيءَ جا ونجهه اڇلائي ڇڏيا هوندا. برابر هو به ائين ٿي. هو ٻيڙيءَ تي پهتا ته ونجهه غائب هئا.

سڌارت واسديو کي ٻيڙيءَ تي ڇڏي ٻيلي ۾ نڪري ويو ۽ ڇوڪري کي ڳولي هٿ ڪرڻ لاءِ پٽڪڻ لڳو. گهڻو رلڻ کان پوءِ هن کي پڪ ٿي وئي ته هن جي جاکوڙ اجائي آهي. ڇوڪرو هيستائين شهر پهچي چڪو هوندو.

هاڻي هن جي دل ۾ عجيب ڦيرو پيدا ٿيو. ڇوڪري لاءِ هاڻ هن کي اها اون ۽ ڳڻتي نه رهي ته متان کيس ڪو جهنگلي جانور نقصان نه پهچائي. هن محسوس ڪيو ته فقط

پٽ کي ڏسڻ جي سڪ اٿس جا هن کي ڪٿي بيهڻ نٿي ڏئي.

هو ائين ٿي ڪهندو ڪهندو نيٺ شهر وٽان اچي نڪتو. ڪملا جي شهر ۾ اتي هن محسوس ڪيو ته پٽ جي محبت جو جيڪو چاڪ هن جي دل ۾ آهي سو چڪڻ جي بدران چٽڻ لڳو آهي.

نرالا جذبا هن جي دل ۾ واسو ڪرڻ لڳا دک ۽ پيڙا، مايوسي، اميد، روشني، اونده! هو ويهي رهيو ڪجهه پنهنجي اندر مان ڪا ڳالهه ٻڌڻ جي آس، ڪجهه ٻاهران ڪجهه ملڻ جي اميد. هو غم جي تصوير بڻيو ويٺو رهيو. ڪي فقير اچي اتان لنگهيا ۽ هن کي به فقير سمجهي ٻه ڪيلا هن جي جهوليءَ ۾ وجهي رمندا رهيا. هن ڪنڌ کڻي نهاريو به ڪونه.

ٿوري دير بعد ڪنهن اچي هن جي ڪلهي تي هٿ رکيو ته هو ڇرڪي پيو. هي واسديو هو جو ڪيس ڳوليندو هتي اچي پهتو هو.

واسديو جي اکين ۽ چهري جي گهنجن ۾ محبت ۽ ڳنڀيرتا واري مرڪ ۽ مهر ڏسي هن به مرڪي ڏنو. تڏهن هن اهي ٻه ڪيلا ڏنا. هڪڙو کڻي واسديو کي ڏنائين ۽ هڪ پاڻ کائڻ لڳو. پوءِ واسديو سان گڏجي اتي هليو. ٻئي بنا ڪجهه ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي ساڳي واٽ وٺندا نيٺ پتڻ تي موٽي آيا. سڌارٿ پنهنجي بستري تي پهچي رهيو ۽ ننڊ وڪوڙي ويس.

## ٦

سڏارت جي دل جو گهاءُ ڪيترو عرصو چڪندو رهيو. ڪڏهن ڪي اهڙا مسافر اچي هن جي ٻيڙيءَ ۾ چڙهندا هئا، جن سان ٻار هوندا هئا ته سڏارت هنن کي ڏسي اير ڪا جي ٿڌي باهه ۾ جلڻ کان پاڻ بچائي نه سگهندو هو.

— هي ڪهڙا نه خوش ۽ ڀاڳوان آهن! اهڙي خوشي منهنجي نصيب ۾ ڇو ناهي؟ بدڪارن ۽ چورن ۽ ڌاڙيلن وٽ به اولاد جي نعمت آهي. هو ٻارن کي پيار ڏين ٿا پيار وٺن ٿا، مون کي اها محبت نصيب ڇو نٿي ٿئي؟

هو وري عام ماڻهن وانگر سوچڻ لڳو هو. وري الائي ڇو هو عام ماڻهن کي پنهنجو شريڪ سمجهڻ لڳو هو. حقيقت هيءَ هئي ته هن جي من ۾ هي انقلاب اچي پر گهٽ ٿيو هو ته اهي دنياداريءَ جون تقاضائون يعني مال، اولاد، ڪمڪار روزمره جا نيم، اهي سڀ ڳالهيون به ڪي اجايون نه هيون تنهن ڪري هاڻي هن کي دنياداري جي ڪمن ۾ مشغول ماڻهن سان اها نفرت به نه رهي هئي — ماڻهن ويچارن جو ڪهڙو ڏوهه آهي. هو زنده رهڻ لاءِ اهي جاکوڙون ڪن ٿا، گهرجن ۽ ضرورتن پٺاندر ڪم ڪرڻ، زنده رهڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ، ڏک سک سڀ گڏجي ميڙڻ وغيره اهي سڀ ته نيڪيءَ جون ڳالهيون آهن!

هو زندگيءَ جي وحدت ۽ ڪثرت جون ڳالهيون، اهي

فلسفا اهي منطق نٿا ڇاڻن ته مڙئي خير آهي. سپٽي ته اهي نزاڪتون نه سمجهندا. ڀلا اهي فلسفا، اهي ڀيد ۽ اسرار واقعي ڪو وزن به رکن ٿا؟ ڪهڙي خبر ته اهي نزاڪتون ۽ معرفتون به مڙئي خام خيالي هجي؟ اهي مفڪر ۽ سياڻا به متان محض ٻارن واريون سوچون، ٻارن وارا ويچار ڌاريندا هجن جن جي ڪا اهميت ئي نه هجي؟ عام رواجي ماڻهو ڪي انهن مفڪرن کان گهٽ آهن ڇا؟

هاڻي سڌارت سمجهڻ لڳو هو ته اصل دانائي آهي ڪهڙي شيءِ، ۽ اهائي هن جي اصل منزل هئي جنهن لاءِ هن ايڏا پنڌ ڪيا هئا، يعني ڪائنات جي مڙني شين جي وحدت، ان جي لافاني ڪماليت جي ڄاڻ ۽ مڙني شين جوهڪبئي سان ملاپ سلوڪ ۽ هم آهنگي. يعني اها ئي وحدت ۾ان ڪثرت.

پر هي ڇا؟ جو ڦٽ وري اٿليو پوي ـــــ!

۽ هڪ ڏينهن جو ڇاڪ ڇڪڻ لڳو ته هو بيقابو ٿي ٻيڙي ڇڪي ونجهه هٿي وڃي انهيءَ واٽ تان ٿيندين پهتو جا شهر ڏانهن ويندي هئي. ۽ ٻيڙيءَ مان لهي پيو. دل ۾ ڇڪ، ته وڃي ٿو پٽ سان ملان. نديءَ ۾ ڪا طغياني نه هئي پر ان جا آواز اڄ عجب انداز سان پئي ٻڌڻ ۾ آيا ـــ هي ڇولين جي ڇپڪي مان ٿهڪن جا آواز ڇو پيا اچن؟ ندي مون تي کلي پئي. کليا ٺهڪ پئي ڏي؟ سڌارت جهڪي پاڻيءَ ۾ نهارڻ ۽ آوازن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو، پاڻيءَ جي آرسيءَ ۾ هن کي پنهنجي بدران ڪنهن ٻي شخص

جي شڪل ڏسڻ ۾ آئي!

—هي ڪير آهي؟ هي ته اهو شخص آهي جنهن کي آءٌ گهڻو اڳ وساري چڪو آهيان، جنهن سان ڪڏهن مون کي محبت هئي ۽ جنهن جو آئون ڏاڍو لحاظ به ڪندو هئس، جنهن کان ڊڄندو به هئس—.

هيءُ چهرو سندس برهمڻ پيءُ جو هو، هن کي اهو وقت ياد آيو جڏهن هو پيءُ سان ضد ڪري هن کي ڇڏي آيو هو ۽ وري ورَس نه وريو هو.

—منهنجي پيءُ به منهنجي جدائيءَ جا اهڙائي سورسٺا هوندا جهڙا آءٌ هن وقت پنهنجي پٽ جي جدائي جا پيو سهان. هو به ته منهنجي وڇوڙي جو درد ڪٺي دنيا مان موڪلائي ويو. ته هي مون کان حساب ورتو پيو وڃي! حساب برابر ڪيو پيو وڃي! هن زندگيءَ جي واقعات جو ڪڙي ڪڙيءَ سان ملي هڪ ئي ڦيرو ڦرڻ، هي حالات جو ورجاءُ. ساڳي پڙ ۾ تسلسل ۽ ڳانڍاپو ڪيڏو نه عجيب ۽ ڇرڇي جهڙو ڇهڇٽو آهي!

نديءَ برابر ٿڌڪ پئي ڏنا.

ها. اها ئي حقيقت هئي. هرڪنهن جو وارو اوس اچي ٿو. هو وري اچي پيڙيءَ ۾ ويٺو. پيءُ جو خيال، پٽ جو خيال، نديءَ جو مٺس ٿڌڪ ڏيڻ — هن جي دل جهرڻ لڳي، ۽ هن خود چاهيو ته پاڻ تي ۽ هن سڄي ڪائنات تي جيڪر وڏا ٿڌڪ ڏئي کلي— ڦٽ اچا پيو چڪي. اچا صبر ۽ سڪون نه مليو آهي. اچا دردن تي قابو نه پائي

سگهيو آهيان. پر اڃا اميد اٿم! مايوس نه ٿيو آهيان —.

سڌارت ٻونگيءَ ۾ واپس آيو ته واسديو کي وڌو ڏٺائين جو هڪ ٽوڪري آڻي رهيو هو. واسديو کان هاڻي پيڙيءَ جو ڪم نه پڇندو هو. نظر ڪمزور ٿي وئي هئس ۽ هٿن ۾ رعشو هئس، پر اکين ۾ اهائي سرهائي واري جوت ۽ منهن تي اهائي شانتي ۽ آسودگي واري مٺيان، پاڻ اڳي کان اڳري.

سڌارت جي دل چيو ته هن ماڻهي بزرگ جي اڳيان اڄ وري پنهنجي دل کولي رکي. هو واسديو جي ڀرسان ويٺي رهيو ۽ دل جو حال اورڻ لڳو. هو ڳالهائيندو اندر جي وارتا ٻڌائيندو رهيو ۽ واسديو صبر ۽ سانت سان ٻڌندو رهيو. هيڙي ماڻهي ۽ سانتيڪي ماڻهوءَ سان دل جو حال سلڻ ان درد جو علاج ٿي ته هو. هن کي اندر جو ڦٽ ڏيکارڻ جو مطلب هو ان ڦٽ کي نديءَ جي پاڻيءَ ۾ ڌوئي ٺاري ڇڏڻ، تان جو ڦٽ ۽ پاڻي ملي هڪ ٿي وڃن!

سڌارت محسوس ڪيو ته دل جي ڳالهين کي واسديو ائين ٿو ٻڌي جيئن ڪو وڻ برسات جي پاڻيءَ کي پاڻ ۾ جذب ڪري — هي ماڻهو خود هڪ اکنڊ ساگر آهي، خود خدا جو مظهر آهي. خود ابديت آهي. ديوتا آهي هن کان اڳ مون هن بابت ائين نه محسوس ڪيو هو —.

سڌارت ڳالهائي بس ڪئي ته واسديو پيار ۽ پاٻوهه جي مرڪ سان هن ڏانهن نظر ڪئي ۽ ڪجهه ڪڇڻ بنان اٿي هن جو هٿ وٺي هن کي نديءَ جي ڪپ تي آڻي ويهاريو.

”تو اڄ نديءَ کي ٺهڪ ڏيندو ٻڌو دوست، پر تو سڀڪجهه

نہ ٻڌو جو ان توکي چوڻ چاهيو. هاڻي اچ تہ ويهي درياهہ شاهہ جو سنديس ٻڌون، اڄ تون گهٽوئي ڪجهہ ٻڌندين."

سدارت پوري ڌيان سان سڄيءَ ٿي نديءَ جا آواز ٻڌڻ لڳو. هن نديءَ جي آئيني ۾ سڀ شڪليون ڏٺيون جيڪي هو زندگيءَ ۾ هيستائين ڏسي چڪو هو، پيءُ، گووند، پاڻ، پٽ، ڪملا ۽ ٻين جون صورتون نديءَ جي پاڻيءَ جو ئي انگ هيون. سڀ دکي، سڀ هڪڙي چڪر ۾ ڦرندڙ، سڀ هڪڙي ئي مـاڳـ ڏانهن هلندڙ، سڀ هڪڙي ئي ناتي ۾ جڪڙيل، سڀ هڪٻئي ۾ لپيٽيل ۽ پنهنجي پنڌ تي — انهيءَ سڄي ماندياڻ کي ئي تہ سنسار يا دنيا چئبو آهي. اهي طرح طرح جا آواز پاڻت پاڻت جا درد، قسم قسم جون آڪيرون ارمان اهي سڀ سرهاڻيون، اهي نيڪيون، اهي بديون، انهيءَ مڙني مجموعي کي تہ دنيا چئبو آهي، ۽ انهن شين جي حالات ۽ واقعات جـي تسلسل کي زندگي، يا زندگيءَ جو سنگيت....

۽ جڏهن سدارت انهن مڙني آوازن کـي هڪ ڪري ٻڌو تہ هن جي مـن ۾ وري اهوئي هڪ اکر واسو ڪري ويو جو انهن مڙني آوازن جو مجموعو هو، ۽ جنهن هن کي ٻيهر هتي اچڻ تي شانتي ڏنـي هئي. ڏيڍ ڏنـو هو. سهارو ڏنو هو.

واسديو سدارت جي مـن جي پاوُ کي پروڙي ويـو ۽ اهائي نور ڀري مرڪ هن جي چهري جي گهنجن ۾ جهلڪا ڏيڻ لڳي. اها ئي مرڪ ساڳي وقت سدارت جي منهن تي

۽ پکڙڻ لڳي. هن جو زخم ڀرجڻ لڳو. ميسارجڻ لڳو. هن جو درد دفع ٿيڻ لڳو ۽ هـن جي ذات، هن جي خودي، وحدت ۾ جـذب ٿيڻ لڳي. ادراڪ جـو سڪون هن جي چهري تي ٻهڪڻ لڳو ۽ هن جي مقدر سان جوٽيل جنگ ختم ٿيڻ لڳي. هن جي اندر ۾ خواهشن جـي چڪتاڻ ۽ ٽڪراءُ ختم ٿيڻ لڳو، هن جو ذهن حالات جي ڌاري سان هم آهنگ ٿيڻ لڳو. زندگيءَ جي ڌارا ۽ حالات سان ناءه! ۽ هن پنهنجو پاڻ کي وحدت جي حقيقت جي سپرد ڪري ڇڏيو.

واسديو سڌارت جـو اهو تغير پروڙي ويو ۽ هن جي منهن تي ڪامل مرجاتا ڏسي اٿي کڙو ٿيو. هـن پيار سان سڌارت جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو:

”مون کي هن ويل جوڻي انتظار هو، ۽ هاڻي جڏهن تہ اها ويل اچي چڪي آهي منهنجا دوست! تہ هاڻي منهنجي موڪلاڻي اٿئي. مون طويل عرصو ٻيڙيءَ وارو واسديوبڻجي گذاريو آهي، هاڻ جڏهن تہ منهنجوڪم پورو ٿيو، تہ هاڻي نديءَ کي الوداع، ٻيڙيءَ کي ۽ ڪٽياکي الوداع ۽ سڌارت کي الوداع—!“

سڌارت واسديو جي اڳيان نئڙي چيو:

”مون کي معلوم هو، توڻ ٻنواس وٺندين؟“

”ها، آءٌ ٻن ۾ ويندس، آءٌ وحدت ڏانهن موٽي وڃندس.“ واسديو جو منهن نور سان ٻهڪڻ لڳو.

۽ واسديو رمندو رهيو. سڌارت هـن کي ڏسندو رهيو. سڌارت سرهائي ۽ گنڀيرتا سان هن هستيءَ کي تڪيندو رهيو

جنهن جي وک وک ۾ اطمينان ۽ آسودگي هئي، جنهن جي
منهن تي چانڊاڻ هئي. ۽ جنهن جو روپ سراپا نور هو.

## ٧

گووند ڳچ عرصو بن ۾ ڀٽڪندو رهيو، مهاتما ٻڌ جي
تعليمات جي روشنيءَ ۾ من جي شانتي ۽ مڪتيءَ جي تلاش
ڪندو رهيو ۽ پوءِ ڪجهه وقت وجيانهيءَ باغ ۾ گذاريائين
جيڪو ڪملا ڀڪشوئن لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو. اتي
هن اهو چوٻول ٻڌو ته نديءَ جي ڪپ تي هڪ هنڌ هڪ
رشي پيدا ٿيو آهي، جو ظاهر ۾ ته هڪ معمولي ملاح آهي
پر وٽس معرفت جي مئي آهي ۽ جنهن وٽ ڪيترا ماڻهو
اچي فيض پرائيندا آهن.

گووند، جو اڃا ڪامل شانتي نه ماڻي سگهيو هو، سو
هن رشيءَ جي درشن جو سانباهو ڪري اتي هليو ۽ جڏهن
پتڻ تي پهتو ته وري به سڌارٿ کي سڃاڻڻ کان معذور رهجي
ويو. سڌارٿ جي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي هن ڪانئس سوال ڪيو:

”پير مردا! تون مسافرن تي، فقيرن تي ۽ جوڳين تي
ڏاڍو مهربان ٿو ٿئين، هنن سان سهڻو سلوڪ ٿو ڪرين،
ڇا تون به حق جو ڳولائو آهين؟“

سڌارٿ مرڪي جواب ڏنو. ”تون پاڻ کي به ڳولائو
ٿو سمجهين ڇا پريا مڙس؟“

”آءٌ ته اڃا ڳوليندي نه ٿڪو آهيان ۽ ڳوليندو رهندس،

اهوئي منهنجو مقدر ٿو پائنجي. پر سمجهان ٿـو ته، تو کي
ڪجهه، هڙ حاصل ضرور ٿيو آهي. ڇا مون کـي ڪجهه نه
ٻڌائيندين؟"

"آئون انهيءَ ڪان وڌيڪ پيو ڇـا ٿو چئي سگهان ته
تون انهيءَ ڳولا ۾ تمام گهڻو اڳتي نڪري ويـو آهين ۽
انهيءَ گهڻي ڳولا جو نتيجو هي نڪرندو جو منزل ڪڏهن
به پائي نه سگهندين. جيترو گهڻو ڳوليندين اوترو گهڻو منزل
ڪان پري رهندين."

"سو وري ڪيئن؟"

اهو هيئن، ته ڳولا جي ميدان ۾، انسان جي نگاه فقط
پنهنجي منزل تي هوندي آهي. هو فقط پنهنجي انهيءَ منزل
جي باري ۾ سوچيندو آهي ۽ نه ڪنهن ٻي حقيقت تي. هن
جي ذهن تي فقط هن جي اها منزل سوار هوندي آهي. مراد
جي ڳولا ٻي ڳالهه آهي ۽ ان جو پائڻ ٻي ڳالهه مراد، برابر
ڳولجي ٿي پر پائجي ٿي تڏهن جڏهن خيال کي هڪ طرف
ڪري نه بلڪ آزاد ڪري ان کي هر موجود شئي ۾ جذب
ڪجي. سو تون ڳولين ته پيو، پر انهيءَ ڳولا ۾ ائين هڪ
طرفو وڌندو ٿو وڃين جو پنهنجي آسپاس جـي حقيقتن تي
تنهنجي نظر ئي نٿي پڏي."

"بزرگـــ، مون کي تنهنجي ڳالهه اجا سمجهه ۾ نه
آئي." گووالد چيو.

"ڪي سال اڳ تون هتي آيو هئين، هڪ ماڻهوءَ کي
ستل ڏسي هن جـي رکشا خاطر هتي ويهي رهيو هئين، پر

هن کي سچائي نہ سگھيو هٿين گووند.“
”هان! تہ ڇا تون سڌارٿ آهين؟“ گووند هيسيل آواز ۾ چيو ”يار آءٌ هن ڀيري بہ توکي سڃاڻي نہ سگھيس. سچ تہ توکي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي، يار ڏاڍو بدلجي ويو آهين. هاڻي ملاح بڻجي ويو آهين ڇا.“
سڌارٿ گرمجوشيءَ سان ڪليو پوءِ گڏ وند کي پاڻ سان پنهنجي جهونپڙيءَ ۾ وٺي آيو. رات جو هڪ ٻئي سان خوب حال احوال اوريائون. ٻئي ڏينهن گووند اٿي آسڻ جي ڪئي. وچڻ کان اڳ هن سڌارٿ کان سوال ڪيو:
”انهيءَ کان اڳ جو آءٌ هليو وڃان، دوست، مون کي هڪ ڳالهہ تہ ٻڌاءِ. تو آخرڪار ڪهڙو مت، ڪهڙو عقيدو، ڪهڙو علم، حاصل ڪري ورتو آهي، جنهن تي تون قائم آهين ۽ جو توکي زنده رهڻ ۽ نيڪي ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي؟“
سڌارٿ جواب ڏنو:
”دوست توکي تہ خبر آهي تہ جوانيءَ ۾ جڏهن سنياسين جي سٿ ۾ هوندو هوس تڏهن بہ عقيدن، متن ۽ انهن جي سکيا ۽ سبقن تي منهنجي دل نہ ٻيجندي هئي، هيستائين مون کي گهڻائي استاد مليا آهن. پر ڪنهنجي بہ ڳالهہ مون کي پوروري راس نہ ڪيو آهي. مون کي تہ هڪ خوبصورت وئشيا وٽان، هڪ وڏي واپاريءَ وٽان، وڏن جوارين وٽان توڙي تو جهڙي ٻڌ ڀڪشوءَ وٽان بہ گهڻائي سکيا جا سبق مليا، پر مون گهڻو ڪجهہ هن نديءَ کان سکيو آهي، ۽

وسنديو ڪان، جو ڪو وڏو مفڪر ڪونه هو بلڪ هڪ سادو سلوڻو ماڻهو، بلڪ سچ پچ ته هڪ وڏو رشي هو."

"پر پنهنجو پاڻ ڪان به ته گهڻو ئي ڪجهه سکيو اٿئي. ڪجهه انهيءَ ادراڪ مان چار ڪڻا مون کي به ڏي."

"برابر. مون ادراڪ پرايو آهي. خيال ۽ علم اڪثر منهنجي ذهن ۾ واسو ڪيو آهي، بلڪ اهڙيءَ طرح جيئن زندگي جسم ۾ واسو ڪندڙ آهي، پر توکي خبر ناهي ته عقل ۽ سياڻپ هڪ انسان کان ٻئي انسان تائين پهچڻ واري شيءِ نه آهن. جي ڪو ڏاهو ماڻهو پنهنجي ڏاهپ ٻئي تي ظاهر ڪرڻ يا هن جي ذهن ۾ اوتڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ته اهو چڱ حماقت جو ڪم ٿو ڪري.

مون اڄ تائين اهو پيڌ پرايو آهي ته علم ٻين تائين برابر پهچائي سگهجي ٿو پر عقل ۽ دانائي نه.

انسان دانائيءَ کي تلاش ڪري سگهي ٿو، ان کي حاصل ڪري سگهي ٿو، ان پٽاندر زندگي گهاري سگهي ٿو، ان جي پناه ۽ امان ۾ رهي سگهي ٿو، ان جي ذريعي ڪرامتون ڏيکاري سگهي ٿو پر ان جو پرچار نٿو ڪري سگهي. ان کي ٻين جي ذهن ۾ منتقل نٿو ڪري سگهي. اهو آنومان منهنجي ذهن ۾ جوانيءَ کان ئي پيدا ٿيل هو. تنهن ڪري آءٌ اڪثر استادن کان بيزار رهندو هئس.

آءٌ هڪ فيصلي تي پهتو آهيان ته: سچ جو ضد به سچ آهي، حقيقت جو ٻيو پاسو حقيقت ئي آهي. هر حقيقت جي مقابلي ۾ به حقيقت آهي. لفظن ۾ جو سچ بيان ڪجي

ٿو سوهڪ طرفو هوندو آهي. مڪمل نہ هوندو آهي جيڪا
بہ حقيقت سوچجي ۽ ڇنڊجي ٿي سا ڪماليت ۽ قطعيت کان
خالي هوندي آهي. مهاتما ٻڌ بہ اهوئي ٿــ سيکاريو آهي تہ
هڪ طرف سنسار ۽ مايا آهي ۽ ٻـي طرف مڪتي ۽ نرواڻ
آهي. هڪ طرف سراپ آهـي ۽ ٻئي طرف سچ هڪ طرف
ٻوڪُنا آهي تہ ٻئي طرف نجات.

هرڪنهن استاد وٽ سکيا جو اهو ئي رستو آهي. ٻيو
ڪو رستو آهي ئي ڪونہ. پر حقيقت هيءَ آهـي تہ دنيا،
جا اسان جي اندر ۾ بہ آهي ۽ اسان جي اردگرد بہ موجود
آهي، سا ڪنهن بہ صورت ۾ هڪ رخي شئي ناهي. ڪوبہ
ماڻهو يا هن جو ڪوبہ عمل نہ سڄي ساري نيڪي آهي نہ
سڄي ساري بدي، نہ ڪو سچو ئي سنسار آهـي نہ ڪوئي
سچو نــرواڻ، اســان کي البت ائين ڏسبو ۽ پائنبو ضرور
آهي ڇاڪاڻ تہ اسين سمجهون ٿا تہ وقت يا زمانو ڪا
حقيقت آهــي، جڏهن تہ اها اسان جي خـام خيالي آهـي.
حقيقت ۾ وقت يا زمانو ڪا حقيقت ڪانهي. هر ٻار آءٌ
ٿري گهري انهيءَ ئي نتيجي تــي پهتو آهيان. سو جڏهن
وقت يا زمانو ڪا حقيقت ئي ناهي تہ پوءِ اها حد، جيڪا
اسان کي هن دنيا ۽ ابدي دنيا جي وچ ۾، دکـــ ۽ آنند
جي وچ ۾ تـوڙي نيڪي ۽ بديءَ جي وچ ۾ ٿي ڏسڻ ۾
اچي سابہ اسان جي نظر فريبي آهـي.

ٻڌ دوست، جيڪو اڄ گناهگار ۽ بدڪار آهـي، سو
سڀاڻي نيڪوڪار ۽ فلاح پائيندڙ بڻجي سگهي ٿو. بس اهو

”اڄ“ ۽ ”سڀاڻي“ ٿي حقيقت ۾ خام خيالي آهي. حقيقت هيءَ آهي ته نيڪوڪار انسان ۾ بدڪار انسان موجود آهي، ۽ بدڪار انسان ۾ نيڪوڪار انسان موجود آهي، گناهگار انسان ۾ مهاتما ٻڌ مخفي آهي، جنهن جو آئندو اڳ ئي موجود آهي، اهو ڳجهو مهاتما اسان کي انهيءَ بدڪار مان، توهان، بلڪ هرهڪ انسان مان سڃاڻڻ چاهڻ گهرجي. گووند دوست! دنيا ناقص ۽ نامڪمل نه آهي، جا اسين ڀانيون ٿا ته هڪ طويل راه اڪاري نيٺ وڃي ڪماليت کي رسندي ـ نه، بلڪ دنيا هر وقت هر گهڙيءَ مڪمل آهي، ڪامل آهي، هرهڪ شر جي اندر خير لڪل آهي. هرهڪ ٻار جي اندر ۾ هڪ پوڙهو موجود آهي. هر ڪير ٻياڪ ٻار جي اندر ۾ فنا لڪل آهي.

موت ۾ ابدي زندگي آهي، ڌاڙيل ۽ جواريءَ جي اندر ۾ ڌرماتما آهي، برهمڻ جي اندر ۾ چور آهي. جيڪر ڳوڙهو گيان ڌيان ڪجي ته هوند وقت ۽ زماني جا پردا هٽي وڃن ۽ ماضي، حال ۽ مستقبل ٿئي جيڪر هڪ ئي وقت ڏسڻ ۾ اچن تڏهن ٿي ڏسڻ ۾ ايندو ته هرهڪ شئي خير آهي. ڪامل آهي ۽ پاڪ آهي.

تنهن سبب منهنجو اهو اعتقاد آهي ته جيڪا شئي به موجود آهي. سا خيرئي خير آهي، زندگي توڙي موت، پاپ توڙي پن، ڏاهپ توڙي مورکپائي سڀ خير آهي، شر نه آهي.

جنهن شئي لاءِ مان چڱو انومان رکندس ۽ ان کي چڱو

چاهيندس ۽ ان ۾ چڱائي پائيندس. سا مون لاءِ چڱي ٿي ثابت ٿيندي ۽ نه. مون پنهنجي جسم ۽ جان مان اهو پرايو آهي ته گناهه، شهوت، دولت جو موهه ۽ انهن جي نتيجي ۾ ڪراهت وغيره ورتائڻ مون لاءِ ضروري هو ته جيئن سنسار جي چڱيءَ طرح جاچ پرک ڪان پوءِ مون کي سنسار سان محبت ٿئي. دنيا مون لاءِ محض خيالي نه بلڪ حقيقي دنيا بنجي وڃي. بس دوست مون ته پنهنجي اندر مان اهو ئي ڪجهه سکيو آهي. وڏيڪ ڇا چوان، جيڪي ڪجهه اندر ۾ هوندو آهي سو ڪامل طور تي لفظن جو ويس نه پهري سگهندو آهي نه پوري طرح بيان ٿي سگهندو آهي."

گووند خاموشيءَ سان سڌارت جي ڳالهه ٻڌندو رهيو. سڌارت هڪ پٿر هٿ ۾ کڻي چيو:

"هي ڏس پٿر، هي ماضيءَ ۾ ڇا هو. هاڻي ڇا آهي ۽ اڳتي وڃي ڪهڙي صورت ۽ حيثيت اختيار ڪندو، تنهن ڪان قطع نظر، هي به هڪ چاهڻ جهڙي شئي آهي، دنيا ۾ جيڪا به شئي موجود آهي سا چاهڻ جي لائق آهي، ندي، وڻ، پٿر توڙي هڪ معمولي ڇوڏو. انهن سڀني شين ڪان اسين سکون ٿا. جڏهن ته انسان جي ڳالهايل لفظن مان سيڪجهه نٿا سکون، تنهن ڪري لفظن سان نه، پر حقيقي شين سان محبت هئڻ کپي. لفظن ۾ ته نڪا کهراڻ هوندي آهي نڪا ڪوملتا، نڪي رنگ، نڪي ڪنڊون ۽ ڪناريون، نڪا بوءِ نڪو سواد، تون فقط لفظن جي چاڪي تي پنهنجي سچي سڪون ڪان پري رهجي ويو آهين. اهو خير

۽ شر، فقط لفظ ئي تہ آهن، نرواڻ بہ ڪووجود تہ ڪونهي، نرواڻ بہ هڪ لفظ ئي آهي.“

”نرواڻ فقط هڪ لفظ نـاهي دوست.“ گـوونـد چيو، ”نرواڻ هڪ فڪر آهي، تصور آهي.“

”برابر گووند، نرواڻ هڪ فڪر آهي، تصور آهي، پر مون کي تہ فڪر ۽ لفظ ۾ بہ ڪو گهڻو تفاوت نٿو ڏسڻ ۾ اچي. آءٌ فڪر کي ڪا اهميت ئي نٿو ڏيان. آءٌ تہ شئي کي وڌيڪ اهميت ڏيان ٿو، هر شئي جـا سنسار ۾ موجود آهي — ندي، هوائون، پکي پکڻ، ڪڪر، پسون ۽ جيت.... اهي سڀ الاهي علم جا مرڪز آهن ۽ اسان کي اهو سڀڪجهہ پڙهائين ٿا جيڪي ڪجهہ ڪتاب ۽ استاد اسـان کي نٿا پڙهائي سگهن.“ ”پر اهي ”شيون“ ڇا واقعي ڪا حقيقت ئي آهن؟ اهي سڀ مظهر محض نظر جو دوکو نہ آهن ڇا؟ ڇا اهو محض مـايا جو ڇل ناهي ڇا؟“ ”مون کـي تہ انهيءَ سوچ بہ ڪو گهڻو نہ ستايو آهي، جي اهي سڀ شيون محض سراب آهن تہ پـوءِ آءٌ پـاڻ بہ سڪڻو سراپ آهيان. تـہ بس جيڪا انهن شين جي فطرت آهي، سائي انسان جي فطرت آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي انسان کي انهن شين سان چاهہ ٿي پوي ٿو. انسان جهڙي فطرت هئڻ سبب شيون محبت لائق بڻجيو ٿيون وڃن ۽، دوست گووند! ڪلجانءِ نـہ، منهنجو عقيدو هي آهي تہ دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ اهـم شئي آهي، محبت. وڏن مفڪرن لاءِ دنيا جي اهميت فقط ايتري آهي تہ ان (دنيا) کي پرکين، ان جـي تشريح ڪن ۽ ان کـي

ڏڪارين. پر منهنجي نظر ۾ دنيا جي اهميت هيءَ آهي ته دنيا محبت ڪرڻ لائق آهي، نه ڏڪارڻ لائق. اسان کي جڳائي ته هڪبئي سان ڏڪار جو رستو رکڻ بدران هڪبئي سان، توڙي سنسار سان محبت جو ناتو جوڙيون. محبت جو، مان ۽ لحاظ جو، عزت جو ۽ عقيدت جو."

"پر انهيءَ محبت کان ئي ته پاسو ڪرڻ جي اسان کي تعليم ملي آهي! مهاتما ٻڌ اسان کي ديا جو، صبر جو، ضبط جو، همدرديءَ جو ۽ تحمل جو سبق ڏنو آهي چاه جو نه. هن ته اسان کي سنسار جي شين جي چاه ۽ موه کان پاسو ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي."

"بس اهوئي ته لفظن جو ڪورڪ ڏندو آهي گوونڊ يار. اها لفظن جي هير ڦير آهي. منهنجو مٿو مهاتما ٻڌ جي سکيا جي ابتڙ اصل نـاهي. لفظن جـي الهيءَ گمراه ڪندڙ پاوَ ڪري ئي ته مون کي لفظن کان وير آهي. اها اصل مڃڻ جهڙي ڳالهه نه آهي ته مهاتما ٻڌ ڪو محبت جو مخالف هوندو. هـو جـو سچي انسانيت جـي بـي حقيقي ۽ فنائيت جي حقيقتن جو پارکو آهي ۽ تنهن هوندي به انسان ذات سـان عشق اٿس جنهن ڪري پنهنجي سڄي حياتي انسان جي ڏکن جي علاج لاءِ وقف ڪري ڇڏي اٿس، سو عشق کان اڻ چاڻ ڪيئن هوندو؟ البت منهنجي نظر ۾، هن جي زندگي ۽ هن جا عمل هن جي لفظن کان وڌيڪ اهم آهن. هن جي هٿ جو هڪ اشارو هن جي راءِ کان وڌيڪ اثرائتو ۽ اهم آهي. هو پنهنجي گفتگو جي سبب نه بلڪ پنهنجي

عملن جي سبب مهان آهي."

تنهن بعد ڪيتري وقت تائين هي ٻئي دوست خاموش رهيا. گووند سدارت جي گفتگو کان ڏاڍو هن جي شخصيت کان بي حد متاثر ٿيو. سدارت جون سڀ ڳالهيون هن کي پوري طرح سمجهه ۾ نه وينديون. پر سندس دل ۾ هن لاءِ وڏي عقيدت ۽ محبت پيدا ٿـي پئي. مهاتما ٻڌ کان پوءِ سدارت پهريون شخص هو جنهن کان هو ايترو متاثر ٿيو هو. سدارت جي ڳالهين تـي غور ڪندي هـن جي دل ۾ يقين ڏاڍو بي يقيني ۽ خيالن جو ٽڪراءُ پيدا ٿي رهيو هو مگر تنهن هوندي به هو احترام عقيدت کان سدارت جـي آڏو بار بار ڏاڍو ٿي پيو. هن سدارت جـي اڳيان ذري گهٽ سجدو ڪندي هن کي ايلاز ڪيو:

"سدارت! پنهنجيون عمرون هـاڻي پوڙهي پنجي ويون آهن، وري يا نصيب الائي هـن جنم ۾ ملون نه ملون، آءٌ ڏسان پيو ته تو کي شانتي ملي چڪي آهي، جڏهن ته آءٌ اڃا ان کان محروم آهيان. منهنجا مانوارا دوست! ڪو اهڙو اکر ٻڌاءِ جو آئون سمجهي سگهان، دل سان هنڊائي سگهان، جو منهنجي رهنمائي ڪري، سدارت يار آئون اڪثر اونداهي ۽ اڙانگي واٽ تي هلندو رهيو آهيان."

سدارت ماٺي مرڪ سان هن ڏانهن نهاريو گووند جي اکين ۾ مرڪ هئي، اڪنڊ هئي ۽ انتظار هـو. چهري تي لاڳيتي جستجو ۽ لاڳيتي ناڪامي جا دفتر لکيا پيا هئا. سدارت هن جي ڪن ۾ سرگوشي ڪئي: "اڃا وڌيڪ

جهڪي پئه دوست، ويجهو اچ ۽ منهنجي پيشانيءَ کي چمي
ڏي." گووند ششدر ٿيندي به اندر جي ڪنهن امر جي
تحت سدارت جي هدايت تي عمل ڪرڻ تي مجبور ٿي پيو.
هن جهڪي سدارت جي پيشاني تي چمي ڏني. اهو عمل
ڪندي به هن جي دل ۽ دماغ ۾ عجيب هلچل مچي وئي.
سدارت جي مٿن ۽ عقيدن کو هن جي دل ۾ پوري طرح
واسو نه ڪيو هو مگر انهيءَ شڪ ۽ يقين جي حالت ۾
هن جي پيشاني تي چمي ڏيندي هن کي سدارت جي هڪ
چهري ۾ ڪئين چهرا ڏسڻ ۾ آيا. ڪئين سوَ هزار چهرا،
جي ظاهر ٿي وري الوپ ٿيو ٿي ويا ۽ وري ظاهر ٿي ٿيا.
بدلجندڙ ۽ وري ساڳي صورت وٺندڙلڪندڙ ۽ وري ڏيکائي
ڏيندڙ چهرا! ۽ انهن سڀني ۾ اهوئي ساڳيو سدارت موجود!
نندي مڇي وڏي مڇيءَ کي پئي ڳڙڪائي، نئون چاول
ٻار، روئڻ جي ڪندڙ، هڪڙو انسان ٻئي انسان کي ڇرو
هڻي قتل پيو ڪري، وري جلاد انهيءَ قاتل جو ڪنڌ پيو
لاهي. اگهاڙا مرد ۽ اگهاڙيون عورتون هڪٻئي کي عيش
جون آڇون ڏيندڙ. لاشن جا انبار، طرح طرح جا حيوان ۽
مرون، ڪرشن مهاراج ۽ اگني، اهي سڀ چهرا هن هڪٻئي
سان هڪڙي ئي رشتي ۾ جڙيل هڪٻئي سان هر معاملي ۾
سهڪار ڪندڙ، هڪٻئي سان محبت ۽ نفرت جو وهنوار
ڪندڙ، هڪٻئي کي مارڻ ۽ جيارڻ جو ڪاروبار ڪندا
ڏٺا. سڀ فاني، پر وري وري پئدا ٿيندڙ، ڪو مري نه پيو
بلڪ وري وري روپ بدلائي بدلائي پيو وارد ٿئي،— انهيءَ

چولي بدلائڻ واري مهل جي درميان ۾ فقط وقت جو سنڌو پيو ڏسجي،— هڪڙي هستي ٻي هستيءَ ۾ پئي جذب ٿئي— ۽ انهيءَ سچي ماندائڻ ۽ انهيءَ سچي نظاري جي مٿان هڪ موهوم، باريڪ ۽ دائمي هلڪو پردو پيو ڏسجي ۽ اهو آهي سڌارٿ جو مرڪندڙ منهن، جنهن کي هو چپن سان چمي رهيو هو. ۽ گووند کي انهيءَ نقاب جهڙي مرڪ ٺوڙي مهاتما گوتم ٻڌ جي سانتيڪي، مهرباني، ڳوڙهي ٺوڙي حڪمت ۽ ادراڪ سان ڀرپور مرڪ ۾ڪوتفاوت نه پيو ڏسڻ ۾ اچي.! مهاتما ٻڌ به ته ائين ئي مرڪندو آهي—!

—وقت به ڪو موجود آهي يا نه، هي نظارو هڪ پل جو هو يا صدين جو، اتي ڪو سڌارٿ موجود هو يا مهاتما ٻڌ، هو خود موجود هو يا ڪي ٻيا جيو به اتي آهن؟—

گووند انهن مٿيني ڳالهين کان بي نياز ٿي ڪنهن الاهي اوزار جو گهرو گهاءُ کائي، سچو سارو ڪنهن منڊ ۾ منڊجي پنڊ پهڻ بڻيو بيٺو رهيو، ۽سڌارٿ جي چهري کي تڪيندو رهيو، جنهن تي اهو سچو کيل ٽيندو ڏٺو هئائين، ۽ پوءِ وري ادب ۽ احترام سان هن جي آڏو سجدي ۾ نمي پيو، ٿان جو سندس نراڙ وڃي ڌرتيءَ سان لڳو. سڌارٿ جي مرڪ هن کي هر شئي جو اهو عشق عطا ڪري ڇڏيو، هر شئي جي اها عقيدت ۽ اهميت عطا ڪري ڇڏي جا هن کي اڳ ڪڏهن به نصيب نه ٿي هئي—!!



سيپٽمبر 1982ع ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب

# الطاف شيخ

## جو نئون ڪتاب

# جپــــان رس

پنهنجي نوعيت جو منفرد ۽ دلچسپ ڪتاب

گهرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد.

---

## نيو فيلڊس پبليڪيشنس طرفان

جلد شايع ٿيندڙ ڪتاب

**روح جي ڳولا (ناول)**
**(SHADOWS IN THE WALL)**

**ســــپــــون**
(جبران خليل جي مختلف افسانن ۽ مضمونن جو ترجمو)

**عاشي جي واپسي**
**(THE RETURN OF SHE)**

**قــــلـــنـــدر**
(قرة العين جي ڪهاڻين جو مجموعو)

نيو فيلڊ پبليڪيشنس جو شايع ٿيل اوڻيهون ڪتاب

## عـــائشـــي SHE

هن ناول ۾، حضرت عيسيٰ جي ولادت کان ٻه گهٽو اڳ ــ جي هڪ پراسرار عورت جو هڪ نرالو داستان سمايل آهي، جيڪا بي پناه قوت، لازوال حسن ۽ غير معمولي سياڻپ جي مالڪ هئي ــــ!

جنهن ڪروڙ ۾ اچي پاڻ پنهنجي محبوب کي قتل ڪيو ۽ پوءِ ڪن صدين تائين هنجو انتظار ڪندي رهي.... ۽ جڏهن ڪن صدين کان پوءِ هو وٽس هلي آيو تڏهن زندگي جو اصول بدلجي چڪو هو....!

مصري قوم کان ٻه گهٽو اڳ ــ جي هڪ پراسرار قوم هن کي "سدا حيات فرمانروا عائشي" جي نالي سان سڏيندي ۽ سندس اطاعت ڪندي هئي ـــ! مگر هن جي صورت ڏسڻ به ڪين نصيب نه ٿي هئي ـــ!

هوءَ هڪ لاشن سان ڀرپيل پيرنمڊ ۾ رهندي هئي!

She جڳ مشهور مصنف هينري رائڊر هئگرڊ جي مڙني ناولن مان مقبول ترين ناول آهي. انهيءَ جو اندازو هن امر مان لڳائي سگهجي ٿو، ته هي ناول ١٨٨٦ع کان باقاعدي لکن جي تعداد ۾ ڇپبو اچي ۽ هئون هٿ کپندو اچي. هن ئي ڪتاب جي تتبع (Adaptation) تي دنيا جي مختلف ٻولين ۾ اڪيچار ناول لکيا ويا آهن ۽ فلمون ناهيون ويون آهن.

سنڌيڪار: فضل احمد بچاڻي
ڪل صفحا: 400
قيمت : 25 رپيا

گهرائڻ لاءِ لکو:
نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊوولي محمد، حيدرآباد.

نيو فيلڊس پبليڪيشن جو شايع ٿيل ستاويهون ڪتاب

# غلامن جو ٻيڙو

هي ڪتاب ايرڪ ڪارڊر جي انگريزي ناول "SLAVE SHIP" جو سنڌي ترجمو آهي، جنهن ۾ 1843ع ڌاري ڏکڻ ڪئرولينا کان نڪتل غلامن جي ٻيڙي جيو بيليشن ۾ وار ڪاندارينڊڙ جهيڙا ۽ مقابلا. غلامن سان ٿيندڙ لڱ ڪانڊارينڊڙ واقعا ۽ حادثا، ۽ ٿن انسانن جو خاتمو جنهن ۾ غيور اشانٽي قوم جي جوڙي آڊوڪي جو انت. عياش هارينبي جو انجام ۽ دنيا جو مشهور مضمون نويس ۽ صحافي جيڪو غلامن جو واپار بند ڪرائڻ لاءِ زندگيءَ کي داءَ تي لائي ٿو ڇڏي سو به غلام خريد ٿو ڪري. معصوميت جو خون ٿيندو ڏسي پاڻ به ٿي خون ٿو ڪري. ناول جي شڪل ۾ بيان ڪيل آهن جيڪي هيٺين هيٺين وارو پڙهي اڻسگهندو ۽ ڏاڍي دل وارو هڪ دفعو ڪتاب هٿ ۾ ڪندو ته شايد بند نه ڪندو جيستائين سڄو ڪتاب پڙهي پورو نه ڪري.
هن ناول ۾ طاقت ۽ پاور، ظلم ۽ رحم، عشق ۽ معصوميت، عيش ۽ نشاط، محبت ۽ نفرت، مبادي ۽ منتها جا ڪئين نفسياتي موڙ پڙهندڙ محسوس ڪندو ۽ چند منٽ ويهي ويچار ڪندو.

خوبصورت ٽائيٽل
ڪل صفحا 288
قيمت – /20 رپيا

گهرائڻ لاءِ لکو:
نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن کو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن کو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم کار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممکن آهي تہ ڪي کم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻَ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان کو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو کم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن کو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو کو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَئَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽڙ گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڙ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)